# آءُ درازا هل!

- شيخ اياز

ترتيب ۽ تحقيق

تاج جويو



# آءُ درازا هَل!

(سچل سرمست شيخ اياز جي نظر ۾)

ترتيب ۽ تحقيق

**تاج جويو**

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2007ع

Roshni Book No. 388

ڪتاب جو نالو: آءُ، درازا هَل!
(سچل سرمست، شيخ اياز جي نظر ۾)
تحقيق ۽ ترتيب: تاج جويو



ڪمپوزنگ: انور حسين سومرو ۽ حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

AAU DARAZA HAI
(Tribute of Shaikh Ayaz to Sachal Sarmast)
by: Taj Joyo
Composed by: Anwar Hussain Soomro & Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition 

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سچل بوڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ - حيدرآباد
پيتائي ڪتاب گهر، گاڏي ڪاتو - حيدرآباد
سڪندري بڪ ڊيپو - ڪپرو
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
نوراني بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ - دادو
جنيد بوڪ ڊيپو - دادو
شاهه لطيف ڪتاب گهر، ميهڙ
مرچو لال بوڪ ڊيپو - بدين
رحيم بڪ ڊيپو، بدين
عزيز ڪتاب گهر - بنراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز - سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
تهذيب نيوز ايجنسي، پنج گله چوڪ - خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو
اشرف بڪ اسٽال، نوابشاهه
مڪتبه عزيزيه، کهڙا
محمد يوسف ميمڻ نيوز پيپر ايجنٽ، مورو

# چيتمل پرسرام

## جي نالي

نيرانائي نينڻ، نيئي آچ پرينءَ کي،
ستر ڪاڏا ڪينڻ، جه ڏِنو منهن محبوب جو!
(شاهه)

ڪافر مومن ناهيان، وو، ڪافر مومن ناهيان!
آءُ ٻٽائي، آءُ درازي، ساڳيو نينهن نيايان، وو!
ڪافر مومن ناهيان!
(اياز)

# سنـاءُ

مئن تو ڪوئي خيال هان، مِلسان نال خيال دي!

(سچل سرمست)

# پبلشر پاران

تاج جويو، سنڌي ٻوليءَ جو اهم اديب ۽ شاعر آهي. هن وقت به وقت ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ تي تنقيدي اڀياس پڻ لکيا آهن. ’جديد شاعريءَ جي اڀياس‘ ۽ تجزيي تي لکيل سنڌس هڪ ڪتاب ’نيڻ مهتي خيال جاڳيا‘ جي عنوان سان روشني پبليڪيشن 1993ع ۾ ڇپائي چڪي آهي.

تاج جويي ڪجهه عرصي کان شيخ اياز بابت هڪ اهم ڪم جي شروعات ڪئي آهي، جنهن سلسلي ۾ سندس ٻه ڪتاب ”جر ۾ ٿو جرڪان“ (شاهه لطيف، شيخ اياز جي نظر ۾) ۽ ساميءَ ويس سلوڪڙا ( ’سامي‘ ، شيخ اياز جي نظر ۾)، شيخ اياز فائونڊيشن پاران 1998ع ۾ 2002ع ۾ ڇپجي، ’لطيف شناسي‘ ۽ ’سامي شناسيءَ‘ جي حوالي سان مقبوليت ماڻي چڪا آهن، ۽ هيءَ مختصر ڪتاب ”آءُ، درازا هل“ (سچل سرمست، شيخ اياز جي نظر ۾) ان ڏس ۾ سندس ٽيون ڪتاب آهي، جيڪو ’سچل شناسيءَ‘ تي ٻڌل آهي. هي ٽيئي ڪتابَ، تاج جويي جي گهري اڀياس جو نتيجو آهن، ۽ انهن ۾ اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته شيخ ايازَ، پنهنجي ڪلاسيڪي شاعرن جي ٽمورتي- شاهه، سچل، سامي- جو ڪيترو نه عقيدتمند، اڀياسي ۽ سندن فڪر جو سچو شارح آهي. تاج جويي، اڳين ٻنهي ڪتابن وانگر هن ڪتاب ۾ پڻ ڪوشش ڪري شيخ اياز جي سمورن شعر ۽ نثر جي ڪتابن مان ’سچل سرمست‘ سان واسطيدار هڪ هڪ سٽ، هڪ هڪ جملو، هڪ هڪ شعر، هڪ هڪ عبارت، مضمونَ

۽ تقريرون چونڊي شامل ڪيا آهن. سندس محنت ۽ عرق ريزيءَ جو مقصد اهو ڏيکارڻ آهي ته شيخ اياز نه رڳو شاهه، سچل ۽ ساميءَ جو تسلسل آهي، پر انهن جي فڪر ۽ شعر جو شارح به آهي.

اميد ته سندس هي پيارَ جو پورهيو، 'سچل شناسيءَ' جي سلسلي ۾ لاياڻتو ٿيندو.

- ادارو

# مُنهنجو هڪ سچل

آءُ، درازا هل!
تنهنجا سارا مولوي،
منهنجو هڪ سچل.

(اياز)

شيخ اياز هڪ هنڌ لکيو آهي تہ مُون ڪٿي پڙهيو آهي تہ: ’اورنگزيبَ ڪنهن صُوفي درويش کي قاصد ذريعي خط موڪليو هو تہ اُهو درويش سان دربار ۾ ملي. اُن درويشَ خط جي جوابَ ۾ هڪ شعرُ ڪاغذ تي لکي، ڪاغذُ پنهنجيءَ جُتيءَ جي پادرَ ۾ وجهي قاصد کي ڏنو هو ۽ دربار ۾ وڃڻ کان انڪار ڪيو هُئائين. اُهو شعر هي هُئو:

دُنيا اگر دهند نہ خيزم زجائے خويش،
من پستہ اَم حنائے توڪل بہ پائے خويش.

(پوري دُنيا اگر ڏين، تڏهن بہ مان پنهنجيءَ جاءِ تان نہ اُٿان، مون تَوڪل جي مينديِ پنهنجن پيرن تي لائي ڇڏي آهي.)‘

سچا شاعرَ ۽ صوفي، وقت جي اورنگزيبن ۽ حاڪمن جي دربارن کان هميشه پري رهيا آهن. هو ’خَلق خدا‘ جي زبان هوندا آهن، اُن ڪري ’عام ماڻهن‘ وانگر ’عام ماڻهن‘ جي وچ ۾ رهندا آهن. سندن آستانا ۽ آسڻ، خلق خُدا جي رَهنمائيءَ لاءِ هر وقت کليل رهندا آهن. هو اِختيار ۽ اقتدار جي صاحبن جي محفلن ۽ مجلسن کان پري، پنهنجي مستيءَ ۾ مست، خلق خدا، پيڙبل ۽ پورهيتِ ماڻهن، ڏکن ۽ غَمن ۾ غرق گهٽائيءَ سان گڏ هوندا آهن. سندن آستانن تي هر وقت سوين سلامي هوندا آهن، ڪروڙين ڪُرنشون ڪندا آهن.

اسان جو سنڌ ديسُ، اهڙن سچن شاعرن ۽ صوفين جو مسڪن رهيو آهي، شاهہ لطيف کان وٺي سچل سرمست ۽ ساميءَ تائين ۽ اُن کان پوءِ بہ سنڌ ڌرتيءَ اهڙن صوفي شاعرن کي جنم ڏنو آهي، جن هميشه حُسن ۽ حق،

صداقت ۽ سچ جي حمايت ڪئي آهي. هنن حڪمرانن ۽ حياتيءَ جي جبر اڳيان ڪڏهن بہ سرُ نہ جهُڪايو آهي. سندن زندگي ۽ شاعري، منفرد ۽ مروج سماجي بندڻن ۽ قدرن کان آزاد، ڪشاده نظر، سهپ ۽ رواداريءَ جو مظهر هوندي آهي. اهوئي سبب آهي، جو سوين سالن گذري وڃڻ کان پوءِ بہ ماڻهن جي ساڻن محبت ۽ عقيدت برقرار آهي، ۽ سندن فڪر ۽ پيغام صديون گذري وڃڻ کان پوءِ بہ نت نئون، تازو توانو، سچو ۽ سگهارو، زندگيءَ جي اعليٰ ۽ ارفع قدرن جي نمائندگي ڪندڙ ۽ 'خلق خدا' جي رهنمائي ڪندڙ رَهيو آهي.

ڪُجهہ ڏينهن ٿيندا تہ اسان جي هڪ نوجوان شاعر،[1] جيڪو هڪ وڏو عرصو سنڌ کان ٻاهر پاڪستان جي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد ۾ 'رياست ۽ سياست' جي صاحبن جي 'چاڪري' ڪرڻ بعد تازو سنڌ ۾ پنهنجي نئين شعري مجموعي سان وارد ٿيو آهي، اُن ڪجهہ انڪشاف ڪيا آهن:

(1) سنڌ جا سمورا صوفي جاهل ۽ جٽ آهن.

(2) ٻيائيءَ کي جديد ۽ سچل کي اڄ جي دور جو شاعر نہ ٿو چئي سگهجي.

اها ڳالهہ عالم آشڪار آهي تہ شاهہ ۽ سچل صوفي شاعر آهن ۽ سنڌي شاعريءَ جي هنن ٻنهي شاعرن جي علمَ، ڄاڻ، دانش ۽ مشاهدي جي سگهہ کان ڪو 'اکين جو سڄو' ئي انڪار ڪري سگهي ٿو. هنن ٻنهي اعليٰ مرتبي وارن ۽ وقت جي نباض شاعرن جي نہ رڳو پنهنجي دورَ ۾ مڃتا هئي، پر زماني تي محيط شاعر هئا. هاڻي ڏسڻو آهي تہ اڄ جي دَور جي حوالي سان هنن ٻنهي عظيم شاعرن جو ڪلام ۽ پيغام ڪيترو جديد ۽ موجوده دور ۽ حالتن تي اثر انداز ٿيندڙ آهي!

شاهہ ۽ سچل ٻئي صوفي شاعر هئا ۽ تصوف سندن فڪر جو محرڪ هو. تصوفَ، انهيءَ دور ۾ ايڏي اهميت رکي ٿي، جو اُن 'انساني برابريءَ جي روحاني تحريڪ' جي شڪل اختيار ڪري ورتي هئي. اُن تحريڪ، ان زماني جي متعصب، تفرقي باز، خودپرستيءَ ۽ ابن الوقتيءَ جي بنيادن تي قائم سياست ۽ رياست جي خلاف انساني برابريءَ، محبت، حق پرستيءَ ۽ حق شناسيءَ جو علم بلند ڪيو هو. تصوفَ، تعصب ۽ تفرقي بازيءَ جي جاءِ تي برداشت ۽ رواداريءَ جو فڪر ٻنجي، انسانن ۾ محبت، برابريءَ، اتحاد ۽

---

(1) ستار رند ڏانهن اشارو.

امن جا قدرَ عام ڪيا هئا. تصوف جي پرچارڪ صوفي شاعرن ۽ درويشن، ’خُود شناسيءَ‘ کي ’خُدا شناسيءَ‘ سان تعبير ڪري، انسان ذات جي اهميت، وقار ۽ عزت کي بلنديءَ ۽ بلند فهمي عطا ڪئي هئي. اها انساني وقار جي بلنديءَ ئي هئي، جو اورنگزيب جهڙي متعصب، تفرقي باز ۽ جابر حڪمران کي هڪ درويشَ، سندس دربار ۾ حاضر ٿيڻ بدران، پنهنجي جُتيءَ جي پادر ۾ شعر وجهي موڪليو هو، جنهن جو مفهوم هي هو ته: ”اي وقت جا حاڪم! پاڻ کي ظل الله (خدا جو پاچو) تصور ڪندڙ حڪمران! تون جيڪڏهن مون کي پوري دنيا به ڏيندين، تڏهن به آءُ پنهنجيءَ جاءِ تان نه اُٿندس، ڇو ته مون پنهنجن پيرن کي توڪل جي ميندي لائي ڇڏي آهي.“

اها همت ۽ جُرئت صِرف ۽ صرف ڪو صوفي درويش ۽ شاعر ئي ڪري سگهيو ٿي. شاهه ۽ سچل ته صوفين جا سرتاج هئا. سندن ڪلام ۽ پيغام جي اُڏامَ، پهچَ ۽ رسائي نه رڳو اُن زماني تائين محدود هئي، پر صدين تي محيط هئي. شاهه لطيفُ، سچل سائينءَ جو پيشرو هو ۽ روايت موجب سچلَ، ’شاهه جي چاڙهيل ڪُني‘ جو ڍَڪڻ لاٿو هو. شيخ اياز جي لفظن ۾: ’شاعري: سچل جي تلوار به هئي ته صليب به هئي.‘ سچل نه رڳو شاعر ۽ فنڪار جي ذهني آزاديءَ جو علمبردار هو، پر هُو انساني زندگيءَ ۾ انساني آزاديءَ جو وڏي ۾ وڏو مُحرڪ ۽ پنهنجي وقت جو باغي ۽ ارڏو شاعر هو. سچل جو پنهنجي دور جي ماڻهن سان، پنهنجي ديس ۽ ڌرتيءَ سان، زندگيءَ ۽ انسانيت جي قدرن سان پيار هو: اهڙا قدرَ، جيڪي ڪنهن هيٺي کي ڏاڍي جي اڳيان جهُڪڻ نه ڏين: اهڙا قدر، جيڪي بيمار ۽ اگهي معاشري جو علاج ۽ مرهم بنجن: اهڙا قدر، جيڪي انسان جي ضمير ۽ خمير کي بلندي عطا ڪن: اهڙا قدر، جن جي روشنيءَ ۾ اقتدار، اختيار ۽ دولت جي لالچ، انسانن جي روحاني ترقيءَ ۾ رڪاوٽ نه بنجي.

برصغير ۾ جيڪي به ويدانت ۽ تصوف جي رنگ ۾ رڱيل ’روحاني مساوات‘ جون تحريڪون هليون هيون، اُنهن جو تتُ ۽ سارُ، شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي صوفي ۽ ويدانتي شاعريءَ ۾ موجود آهي. اِن حوالي سان سچل سائينءَ جي شاعري، هن ڌرتيءَ جو الهام آهي. سچل جو تصوفُ، برصغير جي ڪيترن صوفي بزرگن وانگر دربارن ۽ حڪمرانن جي محفلن جو سينگار نه هو. سچلَ، ’وچ ابر ۾ آفتاب جو انوارُ‘ ڏٺو هو، ۽ هن جي شاعريءَ ۾

سنڌي سماج جي ڪوڙهئي ضمير جو عِلاجُ موجود هو.

سچل سائينءَ جو تصوفُ، سنڌ جو تصوف هو ۽ اُهو ايراني تصوفَ ۽ هندستاني ويدانت جي روايتي تقليد ۽ پوئلڳيءَ وارو نہ هو، پر اُن ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي تهذيبي ۽ روحاني روايتن جو ڳَـرُ ۽ هُڳاءُ موجود هو. ايران ۽ هندستان جي سموري صوفي ۽ ويدانتي شاعري، جيڪا فارسي، هندي، پنجابي، سرائيڪي، راجستاني، اردو وغيره زبانن ۾ موجود آهي، اُن ۾ ڏاڍ، اختيار، اقتدار، ڪٽرپڻي، تنگ نظريءَ ۽ فرقي پرستيءَ جي خلاف ڏِڪار جو ناڪاري رُخ موجود آهي: جڏهن تہ سنڌي صوفي شاعري ۽ خاص ڪري سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انهن ڳالهين جي خلاف رڳو ڏِڪار وارو ناڪاري رُخ موجود نہ آهي، پر اُن ۾ هڪ مثبت پهلو بہ ڏسڻ ايندو، جنهن ۾ ذات پات، رنگ نسل، دين ۽ ڌرم جي فرق کان سواءِ سمورن انسانن سان محبت ۽ همدردي پڻ موجود آهي، اهو سنڌي تصوف ۽ ويدانت جو هڪ اهم هاڪاري رُخ آهي.

اڄ ڀٽائيءَ کي وفات ڪئي اڍائي سؤ سال ٿي چڪا آهن ۽ سچل سرمست جي وفات کي ڏيڍ گهٽ ہہ صديون گذرڻ واريون آهن، پوءِ بہ سندن شاعري پڙهڻ سان جديد کان جديد تر نظر اچي ٿي ۽ اسان جي اڄوڪي دور ۽ سماج جي تقاضائن سان هم آهنگ معلوم ٿئي ٿي. شاهہ ۽ سچل جي شاعريءَ ۽ فڪر ۾ انهيءَ همہ گيريت ۽ دائميت پيدا ٿيڻ جي پٺيان سنڌ ڌرتيءَ جي صدين جي مثبت روايتن، تهذيبي گڻن ۽ فڪري تعليم جو تسلسل موجود آهي: جيڪو هزارن سالن کان پوءِ مُجسم ٿي، شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جهڙن شاعرن جي شاعريءَ ۾ سرايت ڪري چڪو آهي: جنهن ان کي هر دور ۾ تر ۽ تازو رکيو آهي، ۽ اڄ بہ اُن ۾ سماج ۽ زماني جي رهنمائيءَ جو دمُ ۽ خم موجود آهي. سچل سائينءَ جي شاعريءَ مان ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا:

ڪـنـين مـاضـي مَنَ ۾، ڪـنـين اسـتـقـبـال،
سـچُ پـروڙيـو صـوفـئـين، جنـين هـٿ ۾ حـال.

—

مڪي منجهہ مسيت بڻايم، جٽيو جيسلمير،
'سچّو' نانءُ تہ آهي منهنجو، هَڏِ نہ آهيان غير.

—

نا مٺن سُني، نا مٺن شيعا، نا مٺن ڏوهہ ثواب.
هندو مومن هڪ ٿئو، ڀول نہ ٻئي ڪنهن ڀُل،
ٿج گُلابي گُل، مـَـر مـارينـَـئي منصور جان.

—

عشق ٿي انسانُ، آيو سيلاني سُپرين،
صـورت ۾ آدم جـي، آدم دَمُ مـهـانُ،
سچو تون سلطان، ستگرَ سچُ سٽائيو!

—

آءُ تہ پيئون پڪ پريمي، 'مُور نہ ٿج تُون مُلا'،
سچّلَ حقُ نہ حاصل تن، جي راهہ اُنهيءَ کان رُلا.

—

مانُ ڪيان تہ مشرڪ ٿيان، ڪُچان تان ڪافر،
اُنهيءَ وائيءَ وَرُ، سمجهي ڪو سچو چوي.

—

چشم موري نے عجب اسرار ديکھا تھا،
کي بيچ ابر دي آفتاب کا انوار ديکھا تھا.

—

هڪڙا ماڻهو، هڪڙا مفڪر، ماضيءَ جي تعليم تي جيئن ٿا ۽ ٻيا وري مستقبل جا خواب ڏيکاري ماڻهن کي قائل ڪن ٿا، پر سچل فقير چوي ٿو تہ: 'سچ پروڙيو صوفئين، جنين هٿ ۾ حال.' هاڻي جيڪي حال جا رهبر آهن، جيڪي حال ۾ تبديلين جا نقيب آهن، جيڪي هلندڙ وقت کي تبديل ڪرڻ جو ڏسُ ڏينِ ۽ گسُ ڏسينِ ٿا، ڇا اهڙن صوفين جي پيغام کي 'جديد' نہ ٿو چئي سگهجي؟ ڇا هيءَ ڪلام اڄ جي دور جو محسوس نہ ٿو ٿئي ۽ وقت جي تقاضائن جو پورائو ڪندڙ پيغام نہ آهي؟

اڄ جڏهن سڄي دنيا دهشتگرديءَ جي خلاف ٿي بيٺي آهي ۽ مذهبي منافرت ۽ فرقي پرستيءَ جي وڌندڙ طوفان کي بند ٻڌڻ جون تبليغون ۽ تاويلون ٿي رهيون آهن، ڇا اُن وقت سچل جي شاعري، 'ڪڪرن جي وچ ۾ آفتاب جو نُورُ' نہ ٿي لڳي؟ اڄ جڏهن مسجدون، امام بارگاهون، مندر،

ڪليسائون ۽ اُنهن جا پيروڪار انسانَ. گولين جو ڪاڄ بنجي رهيا آهن، اُن وقت سچل جي هيءَ سٽَ: ”مڪي منجهه مسيت بڻايم، جٽيو جيسلمير“، عالمي انساني تحريڪ جو منشور نه ٿي لڳي؟ اڄ جڏهن ’ماٺيپي‘ کي ’مُلائيت‘ جي اَڏيءَ تي ڪُنو پيو وڃي ۽ ’ماٺهوءَ‘ کي ’مُلو‘ بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي، تڏهن سچل پاران ’پريم جي پڪ پيئڻ ۽ مُلا مور نه ٿيڻ‘ جو ڏَسُ، ماضيءَ ڏانهن موٽ آهي يا حال جو جديد سبق آهي؟ ڇا اقوام متحده جي ’پنج شيلا منشورَ جي اهم نقطي‘ co-existance ۽ ’جيئو ۽ جيئڻ ڏيو‘ جي فلاسافي، سچل جي اِن لافاني بيت کان ڌار ڪو فسلفو آهي ته:

’هندو مومن هڪ ٿيو، ڀول نه ٻئي ڪنهن ڀُل‘

موجوده تفرقي باز ۽ فرقي پرست فضا ۽ صورتحال لاءِ ته سچل صاف صاف چيو آهي: ’ماڻ ڪيان ته مشرڪ ٿيان‘ – ۽ واقعي ”سرمست جو سچُ“، جيڪو جديد دور جي سموري تعصب، تفرقي بازيءَ ۽ جنگ وجدل جو حل آهي، اُهو پيش ڪندي، ’ڪُجان تان ڪافر‘ جي فتويٰ صادر ٿيڻ جو ڊپُ موجود آهي!

هاڻي اهڙي تصوف جي پيغام ۽ عالمگير شاعريءَ کي اسان جي نئين نسل جو ڪو شاعرُ ”جهِلُ ۽ جٽپائيءَ“ جي سوچَ سڏي- جنهن جي پنهنجي شاعري، ”صرف پاڻ لاءِ کيل آهي“ ۽ ”جنهن جا نظمَ صرف سندس محبوبا سمجهي سگهندي آهي- اُن کي ڪهڙو ڏوهه ڏجي! هن صورتحال ۽ ههڙيءَ حالت ۾ برٽرينڊرسل چواڻي ’اسان کي ماٺ ڪري ويهڻ جو ڏوهُ نه ڪرڻ گهرجي–‘ 'Let us not comit the crime of Silence.' - ڇو ته اڄوڪيءَ صورتحال ۾، جتي مذهبَ ۽ مذهبي ٺيڪيدارَ ’وڪري يا نيڪي‘ جو مالُ بنجي وڃن؛ جتي انساني زندگين جو اگههُ ٻن گولين جي برابر به نه هجي؛ جتي ڌرتيءَ کي دونهين ۽ بارودَ جو بکُ بڻائڻ جا جتن ٿي رهيا هجن؛ جتي امن جا گهَر- مندر، مسجدون، امام بارگاهون ۽ ڪليسائون. ’ڪاسائي خانا‘ بنجي ويا هجن؛ جتي انسانن سان آباد بازارون ۽ گهٽيون انسانيت جي گُلن جي خوشبوءِ سان واسيل هئڻ بدران رَت جي ڍَپَ ۽ انساني ماس جي سڙاند سان ڀرپور هجن؛ جتي ماٺيپي جي جاءِ دهشت ۽ وحشت والي ڇُڪي هجي؛ اُتي ’ماٺ ڪري ويهڻ جو جُرم‘ ڪرڻ، ’سرمستي سُنت‘

جي خلاف آهيَ. اڄ وڏ ۾ وڏ مذهبي رواداريءَ، انسان دوستيءَ، ڀائيچاري، ايڪي، اتحاد، امن ۽ صلح سانت جي پرچار جي ضرورت آهي. هي اُهي وٿون ۽ قدر آهن، جيڪي زندگيءَ جي حقيقت جا ترجمان آهن.

ڪالهه سچل سرمستَ تصوف واري شاعريءَ وسيلي ماڻهن ۾ ڌرتيءَ سان محبت ۽ پيار جو جيڪو پيغام ڏنو هو، اُن 'عالمي سچ' واري پيغام کان اسان پري ٿي چُڪا آهيون. اسان تصوف جو انساني رواداريءَ ۽ مساوات وارو پيغام وساري چڪا آهيون؛ محبت ۽ ايڪي کي تعصب ۽ تفرقي بازي ڳڙڪائي رهي آهي؛ مذهبي مهندارَ لفاظ ۽ نقال بنجي، مدارين وانگر ڈُهلڙيون وڄائي رهيا آهن. ان حالت ۾، نه رڳو اسان جي، پر سنڌ جي ۽ عالم انسانيت جي نجات، سچل جهڙن صوفين جي پيغام ۾ موجود آهي. اُن ڪري اڄو نه سچل ۽ سندس قبيلي جي شاعرن سان نينهن جو ناتو جوڙيون ۽ موجوده بارود، دونهي ۽ فرقي پرستيءَ جي ڏڀاري ماحول ۾ محبت، امن، انسانيت، سچ، سُونهن ۽ سچ جي سڳنڌ پکيڙيون.

اسان شاهه، سچل ۽ ساميءَ جهڙن عظيم شاعرن جا وارث آهيون، جن جي شاعري نه رڳو سنڌ لاءِ، پر عالمِ انسانيت لاءِ پڻ لافاني پيغام آهي. سندن پيغام ۾ تعصب ۽ فرقي پرستيءَ کان آزاديءَ جو درسُ آهي؛ حب الوطنيءَ ۽ انساني اتحاد جو سبق آهي. اهو پيغام، اها روايت، سنڌ جي قديم ثقافت ۽ روحاني فڪر جو حصو آهي، اُن ڪري اڄو نه اُن روايت ۽ ثقافت ۽ روحاني فڪر سان پاڻ کي ڳنڍي رکون.

اسان جو هي روايت ۽ ثقافت سان ڳانڍاپو، ماضيءَ ڏانهن موٽ يا رجعت پرستي نه آهي؛ اسان جو شاهه، ساميءَ ۽ سچل جي تصوف ۽ ويدانت ڏانهن لاڙو، تنگ نظري ۽ قدامت پسندي نه آهي، پر جدت، وسيع نظري ۽ حب الوطنيءَ جي تقاضا آهي.

ياد رکو، شاهه لطيف، روحل فقير، سچل سرمست، سامي، دلپت صوفي، بيدل، خُوش خير محمد، مصري شاهه ۽ ٻين صوفي ۽ ويدانتي شاعرن، پنهنجيءَ شاعريءَ ۾، اُن وسيع محبت کي پکيڙيو ۽ عام ڪيو هو، جيڪا هڪ قوم کي 'قومي ساڃاهه' ۽ 'سماجي شعور' عطا ڪندي آهي. اهڙي محبت اسان کي هند جي ويدانتي ۽ پريم مارڳي شاعرن– گورڪناٿ، رامانند، ملڪ محمد جائسي، ڪبير، تلسي داس ۽ گرونانڪ وٽ

بہ موجود ملندي، پر جيڪا محبت ۽ پريم جي پختگي ۽ پائيداريت ۽ جيڪي الفت ۽ انسانيت جا دائمي ڏسَ، سنڌي صوفي شاعرن وٽ ملن ٿا، ۽ جيڪو ڏرتيءَ ۽ ماڻهن سان لڳاءُ، شاهہ، سچل ۽ سندس قبيلي جي شاعرن وٽ موجود آهي، اُهو هند، فارس ۽ يورپ جي شاعرن وٽ مشڪل ملندو.

شاهہ جو عالمي درسُ:

سائينم، سدائين ڪريم، متي سنڌ سُڪار،
دوست منا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

۽ سچل جي هدايت:

ديس سچل دا درس درازا، مڪانا مُلتان.
يا
هڪ جُوءِ، ٻي جوءِ، ڇڏن ڪين جوانَ.

اسان لاءِ نئين دور جو نئون بلڪ جديد ترين سبق آهي. شاهہ، ساميءَ ۽ سچل جو فڪر ۽ پيغام، اسان لاءِ فخر جو باعث تہ آهي ئي، پر اُهو نئين سج نئون آهي، جنهن جي پڙهندي ۽ پرکيندي، اسان کي نت نوان نياپا ۽ سنيها ملندا رهن ٿا.

سچل سرمست، سچو صوفي، منصورَ ۽ سرمدَ جي واٽ جو پڪو پانڌيئڙو هو، ۽ اُن واٽ کي اعليٰ ۽ سچي واٽ تصور ڪندو هو. اُن ساڳيءَ واٽ جا هڪڙا ٻہ ٻيا سورما بہ هئا، جيڪي هئا شاهہ عنايت شهيد ۽ مخدوم عبدالرحمان ڪهڙن وارو، جيڪي سچل جي جمڻ کان ڪجهہ سال (6 ۽ 22 سال) اڳ ڏيهي حاڪمن، سندن مقامي دلالن ۽ ٻاهرين سامراجين جي گڏيل سازش سان شهيد ڪيا ويا هئا. سچل جي جنم بعد ٻاهرين هاڪارن نادر شاهہ قاچار، احمد شاهہ ابداليءَ ۽ مدد خان پٺاڻ سنڌ تي حملا ڪري اُن کي سماجي ۽ اقتصادي طرح تباهہ ڪيو. سنڌ جي ڏيهي رياست، مڪمل آزادي ۽ خودمختياري ماڻيندي ماڻيندي، اقتداري ويڙهہ جو شڪار ٿي، ٽڪرا ٽڪرا ٿي ۽ آخرڪار انگريزي سلطنت جو حصو بنجي وئي.

سچل سرمست اِن سڄي پسمنظر ۾ جيڪا شاعري سرجي، اُن جو اُنهن حالتن کي آڏو رکي مطالعو ڪرڻ سان، اسان کي اڄ جي سنڌ جي 'چوڪنيي ٻانهپ' جو مڪمل اندازو ٿي سگهي ٿو. سچل سرمست ڪلهہ جي ڏيهي حڪمرانن ۽ تفرقي باز مُلن جي حالت جو نقشو، 'حاڪمن جي

سرڪاري زبان' فارسيءَ ۾ شاعري ڪري خُوب چٽيو آهي. اُن صورتحال جو اڄوڪيءَ سنڌ سان موازنو ڪري، اسان کي پنهنجي، سنڌ ۽ عالم انسانيت جي نجات جو نسخو سوچٽو آهي:

بحرِ دنيائے دون سرگردان
روزِ شب عالمان را ديدم!
(ڪميٽيءَ دنيا جي بحر ۾ عالمن کي راتوڏينهان پريشان ڏٺم)
بر درِ حاڪمان خراب و خجل
زاهدان، عابدان را ديدم!
(زاهدن ۽ عابدن کي حاڪمن جي درن تي خراب خُوار ٿيندي ڏٺم)
چہ ڪليسا، چہ مسجد و مندر
بے دلے هر مڪان را ديدم.
(ڇا ڪليسا، ڇا مسجد، ڇا مندر، هر جاءِ کي بيدليو ڏٺم)
پسر جنگ با پدر دارد
بے ننگ وبے نشان را ديدم!
(پُٽ کي پيءُ سان جنگ ڪندي، بي ننگ و نشان ڏٺم)
هم پريشان حال، نالہ ڪُنان،
هر ڪُجا انس و جان را ديدم!
(هر ماڻهوءَ ۽ جن کي پريشان ۽ دانهون ڪندڙ ڏٺم!)[1]

—

جڏهن مٿي ذڪر ڪيل نوجوان، 'سچل ۽ شاهہ' جي شاعريءَ کي جديد دور جي تقاضائن تي پوري نہ لهندڙ ۽ صوفين کي 'جٽ ۽ جاهل' سڏيو هو، تہ مون چاهيو تہ اسان جي 'بي راهہ' ۽ پنهنجي ڪلاسيڪي شعري ورثي کان 'غير آگاهہ' نسل کي، سنڌ جي صوفين جي عالمي پيغام کان آشنا ڪريان. اِن ڏس ۾، بروقت مون 31 ڊسمبر 2001ع تي مٿين تقرير، سچل سرمست جي 180 ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ٿيل ادبي ڪانفرنس' (سچل آڊيٽوريم، خيرپور) ۾ ڪئي، ۽ ڪانفرنس تان موٽندي خيال ڪيم تہ سنڌ جي نئين نسل کي سنڌ جي ڪلاسيڪي شعري ورثي جي آگاهي

(1) پيش لفظ جو هي ءُ حصو، 'سچل ادبي ڪانفرنس'، سچل آڊيٽوريم، خيرپور ۾، سچل سائينءَ جي 180 ورسيءَ تي ڪيل تقرير تي مبني آهي. (ت. ج)

پنهنجن لفظن ۾ ڏيڻ بدران ڇو نہ موجوده دور جي وڏي ۾ وڏي سنڌي شاعر ۽ جديد سنڌي شاعريءَ جي امامَ، شيخ اياز جي شاعريءَ ۽ نثر جي ڪتابن ۾ موجود ڪلاسيڪي شاعرن جي ٽمورتيءَ- شاهہ، سچل ۽ساميءَ- جي شعري ۽ نثري خراج ۽ سندن اهميت بابت خيالن کان واقف ڪريان.

جيئن تہ شاهہ لطيف جي فن ۽ فڪر بابت شيخ اياز جي خيالن تي مشتمل ڪتاب "**جر ۾ ٿو جرڪان**" (1998ع) اڳ ۾ ئي ترتيب ڏئي ڇپائي چڪو هئس، ۽ ساميءَ جي فن ۽ فڪر بابت پڻ 'ساميءَ ويس سلوڪڙا' (2002) جي نالي سان هڪ ڪتاب مرتب ڪري، ڇپائي چُڪو آهيان، ان ڪري ڇا ڪيم تہ پنهنجي لائبرريءَ ۾ موجود شيخ اياز جا سمورا نثري ۽ شعري ڪتاب هڪڙو ڀيرو ٻيهر نظر مان ڪڍي ڪڍيم ۽ جتي بہ سچل سائينءَ بابت ڪا نثري سٽ، ڪو شعر، ڪو جملو، ڪا عبارت، ڪو مضمون ۽ ڪا تقرير هٿ آئي، سِيني کي اُتاري گڏ ڪيم تہ هڪ چڱي خاصي ڪتاب جو مواد ٿي پيو، جنهن کي سُوڌي ۽ سهيڙي "**آءُ، درازا هل!**" ڪتاب جي صورت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

شيخ اياز، نہ رڳو شاهہ ۽ ساميءَ جو، پر سچل سائينءَ ۽ ٻين سمورن صوفي ۽ ويدانتي شاعرن جو هڪ تسلسل آهي، ليڪن خاص ڪري هنن ٽنهي شاعرن جو جديد شارح پڻ آهي. شيخ اياز جي خيالن ۽ خراج تحسين واري تخليق تي پنهنجي پاران تبصري ۽ تجزئي کي هڪ پاسي رکي، آءُ پڙهندڙن آڏو اياز جا اصل خيال پيش ڪريان ٿو ۽ وچ وارو پردو هٽايان ٿو.

جيڪڏهن منهنجو هيءُ پيار وارو پورهيو قبول پيو تہ مون لاءِ پرايو!

**تاج جويو**
اسسٽنٽ پروفيسر،
گورنمينٽ بوائز ڪاليج،
قاسم آباد، حيدرآباد، سنڌ.

1- ڊسمبر 2003ع

كافر ناهي، مومن ناهي، سَچُو پوءِ بہ سَچُ،
سَچُ چوي ٿو، اَڄُ، اڄي سوريءَ تي لڙڪي نَچُ!

(اياز)



کافر ناهي، مومن نـاهي، 'سَچُو' پـوءِ بـہ سَـچُ،
سچُ چوي ٿـو، 'اچ، اچي سـوريءَ تـي لـڙڪـي نـچُ.'[1]

—

مـان ئي سچل، مـان ئي سامي، مـان ئي آهيان شـاهُہ،
مُنهنجي من ۾ چوليون ماري، سنڌو! تُنهنجو ساهُہ.[2]

—

کـافـر مـومـن نـاهـيـان، وو، کـافـر مـومـن نـاهـيـان!
آءُ پـٺـائـي، آءُ درازي، سـاڳـيـو نـينـهـن نـيـايـان، وو،
کافر مومن ناهيان![3]

—

جنـم جنـم جـي جيـت 'ايـاز'،
شـاهـہ، سچل، سـامـي کـجهـہ نـام.[4]

—

مان جاڳَ بہ هان، آڳِ بہ هان، راڳُ بہ آهيان،
سَچو بہ سندم سنگ، پٺائي بہ سندم پاءُ![5]

—

آءُ اسـان جي آسـٿـڻ، بنـا چـِپـڙ چانـوَ،
سَچلَ، ساميءَ، شاهہ جا، جهُڙ ڦُڙ جهڙا نانوَ،

—

کـوريءَ کـاٺـا هـانوَ، آءُ تـہ تـانئـيـکـو تـئـين![6]
سَچل جي سُونهاري ڏرتي، ساميءَ جو ساٿيهُ،
تنهنجا پاڳ پلارا، تُنهنجو پٽ ڏٺيءَ جو ڏيهُ–
لـولـي لال!! [7]

لـولـي.

---

(1) 'پڻر پري آڪاس'، ص 37.
(2) ايضاً– ص 42.
(3) 'ڪُلهي پاتم ڪينرو'، ص 28.
(4) ايضاً– ص 54.
(5) 'وڄون وسڻ آئيون' – ص 49.
(6) ايضاً– ص 73.
(7) ايضاً– ص 105.

سچل، سامي، پــٽَ ڏٽــي،
جنهن ۾ پي ڪا قُرب ڪَٽي،
آءُ اُنهــيءَ جي پيــر- پٽــي:
چو تـــ اُهــو هـــيءَ ڌرتـــي آ،
چو تـ چيــرَ مـــان چاٽَ چٽي-
هُونءَ تـ مـون ۾ "آءُ" گــهـٽي.[1]

—

سچل، ساميءَ پــارا،
ڪيـئـي جيءَ جيــارا،
آڌيءَ رات اُمـــــارا،
پــٽَ ڏٽــيءَ جــو پـــانُ،
ســنڌوديــسُ مـــهـــانُ-[2]

—

سچل سرمست جهُومي رهيو آهي-
ربابَ جون رڳون تاڻجي ويون آهن،
ڍوري جي پَنِ، هوا جي هانوَ ۾ بڙچيون هٽي رهي آهي،
راتِ جا ڪارا وارَ اُپا ٿي ويا آهن.

سچل سرمستُ جهُومــي رهـيـــو آهــي-
مُلان ڏِوَ تــي ڪـــائــي سُمـــهـي پيـــو آهـي،
مـــسـجد ڪـــونـگـهـــرا هـــٽـي رهـي آهـي؛
بـانـيــڻُ ننـڊ ۾ اوڳرايُون ڏئــي رهـيـــو آهـي،
مَڙهــيءَ ۾ بـاسـيءَ ڪـڙهـيءَ جي بُوءِ آهــي.

---

(1) 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 149
(2) 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 195

**سچل سرمستَ** جهُومي رهيو آهي-
درازن جي دَرَ جهُومي رهي آهي،
ويساکَ جو چَندُ جهُومي رهيو آهي،
۽ خُدا آڪاس جي آرسيءَ ۾ پاڻ کي ڏسي رهيو آهي،
۽ سوچي رهيو آهي،
تہ "مان انسانَ جي ويس ۾ ڪهڙو نہ وڻندڙ ٿو لڳان!" [1]

—

**سَچَلُ** تـــــو ڳولـــي،
**درازا** جـــي دز ۾،
نـانـڪ يـوسـف کـي.

—

آءِ، **درازا** هَـــلُ!
تنهنجا سارا مولوي،
منهنجو هڪ **سچَل**!

—

تنهنجو منهنجو نـاهـُ،
جي تو **سچل** سنگتي،
۽ مـــون بُلـي شـــاهـُ. [2]

—

"نانڪ يوسف!" **سچل سرمست** چيو، "**درازا** تي وچ هڪ گهايل پکيءَ وانگر تڙڦي رهي آهي ۽ تُنهنجي منهن تي مُرڪ، تلوار جي ڌڪ وانگر، اُبري آئي آهي! چا تون، مان هميشہ لاءِ وڇڙي ويندا سين، هڪ ٻئي کي جنم جنم ڳوليندا رهنداسين، پر پائي نہ سگهنداسين." [3]

---

(1) 'آڪ جون ڦلڙيون، پيچ پني' - ص 55.
(2) 'پن ڇڻ پُڄاڻان' - ص 125، (سال 1985ع)
(3) 'پتن تو پور ڪري' - ص 151.

ســـارو عـــرشُ مـــُـنـورَ آهـــي،
چنــڊُ ڳلــيءَ ۾ چمـــڪـي تـــو؛

ڏُور پـــٽـــائـيءَ جي بـــســـتـيءَ ۾،
سَچَل پنـهـنجي ســرمــســتـيءَ ۾،
بـيـــٺـــو مـــون کـي تـاڙي تـــو؛

چنــڊُ ڳلــيءَ ۾ چمـــڪـي تـــو،
ســـارو عـــرش مُنـــور آهـــي،
ڇا هي مـنـهـنجو ئـي گـهـرُ آهـي؟
ڇا هـي مـنـهـنجو بـسـتـر آهـي؟
جنـهـن وٽ ڪـوئـي روئـي تـــو؛

چي: ”هـي شـعـر اڌورو آهـي“،
”وينـي ڪالهـ لڪيـائين ٿـي جو
”جهـونـگاري سـوچيـائين ٿـي جو،
”پـايـان تـو اڻـپــورو آهـي.“

پـرسـان ڪـوئـي سـوچي تـو:
”بـس هـي هـاڻـي اڇـڻـو نـاهـي،
”پُور پـتـڻ جو پـويـون آهـي،
”ڪـٽـي وڃي ٿـي نـاوَ نـ چاڻـان،
”دور ڪـنـارا مـان نـ سـڃاڻـان.“

آءُ اُنـهـن جـي سـوچَ ٻـُـڌان تـو،
مـوٽـِي تـن کـي آءُ چوان تـو،
”تـوڙي ڏور اُسـهـڻـو آهـيـان،
آءُ اوهـان ۾ رهـڻـو آهـيـان.“

پر هُو مون کي ڪونہ ٻُڌن ٿا،
لُڙڪ اگهن ٿا، پوءِ چون ٿا:

”هن جا گيت تہ سپنا آهن
”پر هي سپنا سچّا آهن
”آزاديءَ جي وِڪّ وِڪّ تي،
”هن جا پيرا چِٽا آهن،
”هن جا گيت نہ مرڻا آهن،
”گُونج نہ اڳتي تن جي گهٽبي،
”گيت تہ ناهن جهرڻا آهن،
”امر گيت جي بارش وانگر،
”تہ بہ وَر وَر ورڻا آهن؛
”نيڻ ڦُلن رُت اَچڻي آهي،
”هن جا ڀاڳ سَنورڻا آهن،
”هن جا گيت نہ مرڻا آهن.“

پوءِ ڪو مون کي ڳائي ٿو،
چنڊ ڳليءَ ۾ چمڪي ٿو،
سارو عرش مُنور آهي.[1]

•

سب اِڪوّ رنگ ڪپاهين دا.
(بلي شاهہ)
ڀيا بہ اَنوڪا اوچڻ اوڙهن،
رنگ مگر گوسائينءَ جو
بُلي يارَ آرائينءَ جو:
انت پڃائيءَ بحر اُهوئي،

(1) ’راج گهاٽ تي چنڊ‘ – ص 85-184.

جيڪو **سچل سائينءَ** جو،
ٻُلي يارَ آرائينءَ جو؛
ڪيئن تو اي پنجاب! وساريو،
ايڏو نينهن نهائينءَ جو؛
ٻُلي يار آرائينءَ جو! [1]

—

**سچل، سچلُ** ٿو ڪرين، سهندين **سچلَ** چَپَ؟
ريتي تُنهنجي ربَ، ٻاتي هُن اُونڌي ڪئي. [2]

—

اي نادان قوم! مان جو سوين **سرمست** آهيان،
اُن جي پوري قدر ڪرڻ لاءِ توکي سوين سال لڳندا.

—

بلي شاهه کان يٽائي تائين
۽ سلطان باهوءَ کان **سچل سرمست** تائين
اُن ڪائنات جو هڪ ڪونو به والاريل نه آهي، [3]
جا مُون ۾ آهي.

—

**سچل سرمست**، من خُدايم، من خُدا، چئي، سگهندو هو، تُون منهنجي ٿوري آنا برداشت نه ٿو ڪري سگهين. [4]

—

**سچل** جو ديس نه وڃي مڪو ۽ مدينو ٿيو آهي،
توکي پڪ آهي نه هُو شهر **درازا** ۾ پوريل آهي؟ [5]

---

(1) 'رڻ تي رم جهم' - ص 33
(2) 'جهڙو نيشان نه لهي' - ص 83.
(3) 'ٽڪرا ٽٽل صليب جا' - ص 50.
(4) 'هرڻ اکي ڪيڏانهن' - ص 177.
(5) 'سر لوهيڙا ڳينا' - ص 111.

خواجا فريد ۽ **سچل سرمست** جي هڪ دُنيا آهي
۽ غالب ۽ ميرَ جي ٻي.[1]

سامي چار سلوڪ آ، **سچلُ** ٻولَ ٻه ٽي!
توکي آنءُ جهَتي، ڏنا تارا اُڀَّ جا![2]

اڄ تہ **سچل سرمَست** سان واريءَ مان گهرڙا ٺاهيون!
آخر هن بي ڪنار بحر جي ڪناري تي سڀ پارڙا تہ آهيون![3]

---

(1) 'سر لوهيڙا ڳيٽا' - ص 132.
(2) 'ڪتين ڪر موڙيا جڏهن' (1)- ص 236.
(3) 'گهات متان گهنگهور گهتا' - ص 145.

سچل سرمست
ڪَنائي رهيو آهي:
هي نعرو
ڪٿان اچي رهيو آهي؟
اوڀر ۽ اولهه کان
اُتر ۽ ڏکڻ کان
ڪوئي چئي رهيو آهي،
’انا الحق‘
۽ سانجهيءَ جو سجُ
منصور جي خونَ سان
وُضو ڪري رهيو آهي؛
۽ سنڌوءَ ۾ ٽُٻي ڏئي
اهو لفظ ورجائي رهيو آهي،
’انا الحق‘ –
پاڻيءَ جي لهر لهر، ڦُڙو ڦُڙو
چئي رهيو آهي
’انا الحق‘
۽ سچل سرمست
وائڙو ٿي سوچي رهيو آهي،
”چا اهو ڪُفر نہ آهي،
چا مان بہ چوان:
’انا الحق!‘
– ۽ جڏهن هو
اهو نعرو هڻي ٿو
تہ درازا جي ذَر جو
ذرو ذرو
چوي ٿو:
’انا الحق‘
۽ سچل سرمست
مسجد مان نڪرندي،
ملان کي
فاتحانہ انداز سان
ڏسي رهيو آهي.[1]

(1) ’جَر ڏيئا جهمڪن‘ – ص 25-26.

چا بنيادپرست، بلي شاھ ۽ باھوءَ،
**سچل سرمست** ۽ شاھ لطيف کي مٿائي سگھندا
يا بُلي شاھ ۽ ٻيا بنيادپرستن جا بنياد ڪڍي وجھندا ؟[1]

—

چا بنيادپرستن سان اُلوهيت، ڪائنات، مخلوق ۽ روح جي
موضوعن تي اوهان متفق ٿي سگھو ٿا ؟ اوهان ٻڌائي،
**سچل** ۽ ڪنڊڙيءَ جا فقير پڙهيا آهن، تن ڪان قونيا جا
رومي ۽ شمس تبريز ڇا ڪنهن طريقي مختلف آهن؟[2]

—

"تَنُ تنبور، محبت نغما"
اهوئي تہ منهنجو پوبون گيت آهي،
اهو تنبور تو **سچل سرمست** کي بہ تحفي طور ڏنو هو،
پر هُن اُهو ملان جي مٿي تي هٽي ڀڃي ڇڏيو.[3]

مان ٻڌائي بہ آهيان،
**سچل** ۽ سامي بہ،
۽ سنڌ جو اُهو گيت بہ آهيان.
جنهن کي اڃا ڪنهن نہ ڳاتو آهي،
۽ جنهن کي ڪالھ ودياپتيءَ
ميٿلي ٻوليءَ جي تار ۾ پوبو هو،
پر پنهنجو هارُ اڃا جهلي بيٺو آهي،
ڪنهن پياري ڪونج جهڙي ڳچيءَ لاءِ،
جا اُن کي سويڪار ڪرڻ لاءِ،
آتي تہ آهي،
پر پوري اڃا جهُڪي نہ آهي،
اڃا جهُڪي رهي آهي.[4]

---

(1) 'جر ڏينا جهمڪن' - ص 45
(2) ايضاً- ص 98
(3) ايضاً- ص 126
(4) ايضاً- ص 173

مون اوهان کي شاعريءَ پر پڙهائي، **سچل**، سامي به ڏنو آهي ته اِڪويهين صدي به ڏني آهي.[1]

—

**سچل سرمست**! هُو تُنهنجي شاعريءَ کي مُوڙي ٽوڙي رهيا آهن، ڇا تون انهن کي موڙي ٽوڙي نه ٿو سگهين![2]

—

عشق الله سان **سچل** لاتو، سڀ تنبورا سَنِي!
هڪڙوئي آواز ته آهي، جنهن سان پيا ڪنن متي.[3]



(1) 'جر ڏيئا جهمڪن' - ص 216 .
(2) ايضاً- ص 229
(3) 'وڏا وڻ وڻڪار جا' - ص 129.

# شاھہ، سچل ۽ سامي سيمينار

ڏرتيءَ ڏڪاٽا ڇا لاءِ ميڙيئہ؟
ڇو ڪُوھہ گيڙيئہ؟
ڇا اُڄَ تِن جي
تو لاءِ ڪائي
معنيٰ رکي ٿي؟
هي شاھہ، سچل، سامي تہ سارِن
پرپو بہ گهارن
جي بمبئيءَ ۾،
جي اڄ ڪان پوءِ ايندڙ صديءَ ۾
ويندا اُڏامي ٿي ڪکَ ڪيئي،
۽ رڪَ تِن جي
دنيا گڏيندي،
لوڙهي ڇڏيندي،
بي رڪَ سان جا تن جي نہ هوندي
گنگا سين ڪي ٻوڙي ڇڏيندي
هي سنڌ- سپنا،
۽ هند سپنا،
سڀ گڏ لُڙهندا ساڳي نديءَ ۾،
ايندڙ صديءَ ۾،
ڪو سمنڊ تن ڪي ويندو سمائي
۽ پوءِ الائي
ڪنهن جاءِ هوندا؟
ڪنهن لاءِ هوندا!
تون ٻولَ تن سان ٻولي نہ سگهندين،

تون رکَ تن جي ڳولي نہ سگھندين؟
ذرتي نہ رهندي،
آڪاسُ ڪنهن تي ڪٺن ڇانوَ ٽيندو؟
برسات ڪائي، جنهن وقت کهندي
تو جيئن ڪوئي ڇا ٽانءُ ٽيندو،
پاٽيءَ ڦڙن کي
جيڪو جهپيندو؟
تو جيئن اُنهن جي جو پياسَ ٽيندو؟
تو جئن اُنهن لئہ ڪا آسَ ٽيندو؟
وهندي نديءَ تي
ايندڙ صديءَ تي
سرمست! اج تن جا متا، ٽڙڪي پيا،
جئن جامر ذرتيءَ تي ڪِري ٽِڙڪي پَون،
۽ چوُطرف پکڙي وڃن،
شيشا اُنهن جا پورَ تي!
تن جا رتِي ۽ چو رتِي؟
ڪيڏي نشي ۾ چُور ها،
۽ ارتقا جي هو گشي ۾ چُور ها،
پُرزا پکيڙي ويا رڳو
ڇا ڇا پکيڙي ويا رڳو
سي آسمانن تان ڪِري،
پَرتي هيا جن تِن جهانن تان ڪِري
قدرت ڏِنُن جو ماٺپو سانديو نہ تِن،
ڪانديو نہ تِن،
جو راز سيني ۾ رهي ٿو، آشڪارا ٿي نہ ٿو،
۽ جو سفيني ۾ رهي ٿو، ڪابہ ڏارا ٿي نہ ٿو،
جو انت آهي،
هي سجو سنسار ڇا هي؟

آدمي پاتو ڪٽي آ!
هيءُ سارو چارُ ڇاهي؟
آدمي ڇاتو ڪٽي آ!
سمنڊ سارو آهه اُن ۾، ۽ مڇيون ناهن رڳو!
هن ڇار ۾ آهن رڳو
ماڻهو، مٽان سمجهين ائين،
۽ پو ٿئين،
مايوس تون؟
هر هر ٻُڌان ٿو سمنڊ جون،
ڇوليون پيون جي شور ڪن،
ٻوليون پيون جي شور ڪن،
جيڪي ٻُڌان ٿو آنءُ، تو لئه ڪجهه به ناهن؟
جي تون پُڇين مون کان ته ڇاهن،
مان به چوندس ڪجهه به ناهن!
مان به چوندس ڪجهه به ناهن![1]

•

---

(1) 'ڇوليون ٻوليون سمنڊ جون' - ص 82-281

سچل سرمست

# غزل

شُعارِ خاص سے اُلجھے، شَعورِ عام اُلجھے
ہمارا مسلکِ پرواز، کس کس دَام سے اُلجھے

صَبا جب زُلفِ جاناں، کا پیامِ مُشکبو لائی
کبھی ہم کفر سے اُلجھے، کبھی اسلام سے اُلجھے

سرِ منزل شعورِ پا شکستہ کھویا کھویا سَا
بَساَ اوقات اپنے ہی خیالِ خام سے اُلجھے

سچُو ہر کیف و مستی کُفر ہے اس بزمِ ہستی میں
یہ دورِ جام کب تک گردشِ ایّام سے اُلجھے

سچل سرمست

# غزل

وہی موج و تلاطم ہے، وہی اپنا سفینہ ہے
مسلسل ہے حیات اپنی، نہ مرنا ہے نہ جینا ہے

دیارِ کفر و ایماں ہے، سنبھل کر چل ارے ناداں
یہاں تو فرطِ نفرت ہے، یہاں تو شرط کینہ ہے

ریائے زُہد کیوں اُس کے قریب آئے کہ میرا دل
شرابِ زیست میں ڈوبا ہوا اک آبگینہ ہے

تیرا حسنِ خُمار آلیں سرِ بازار لے آئے
یہی اپنا سلیقہ ہے، یہی اپنا قرینہ ہے

در و دیوارِ مسجد زاہدِ رنداں طلب کے ہیں
مرا تو مہ بہ مہ انجم یہ انجم ایک زینہ ہے

سحر پھُوٹی ریائے زُہد پھر سے کوبکو نِکلا
سچُو اب تک مری آنکھوں میں کیوں خوابِ شبینہ ہے

سچل سرمست

# نظم

راہِ طلب میں
طبلِ تمنّا گونج رہا ہے
اہلِ سلاسل چنگ بہ لب زنجیر بہ پا ہیں
سارے غرفہ زنداں وا ہیں
شور بپا ہے
سازِ نفس ہر ضربِ صَنا سے
ولولہ خیز آہنگ صدا سے
سینۂ گیتی شعلہ نوا ہے
طبلِ تمنّا گونج رہا ہے
راہ طلب میں
لو اب سارے رشتۂ ہستی ٹوٹ چکے ہیں،
اہلِ سلاسل چھوٹ چکے ہیں،
دیکھ یہ کیا ہے
فرشِ زمیں سے عرشِ بریں تک
اک طُرفہ سیلابِ ضیا ہے
جس میں عالم ڈوب گیا ہے
طبلِ تمنّا گونج رہا ہے
راہ طلب میں

# نظم

## کون ہوں میں کون؟

ہاں بتا اے شعبدہ بازِ حیات
کیا ہے تیری کائنات
اِک بے ثبوت و بے ثبات
اور میری جاں مثالِ لعبتِ رنگیں صفات
جس میں رقصاں تیری ذات
کون ہوں میں کون ہوں؟

قصرِ مَرمر ہے یہ انسان کا بدن
ہے چراغِ نو اِسی میں ضُوفگن
اور اُسی میں مشعلِ دورِ کُہن
پردہ ہائے تیرگی میں روشنی کی ضد کرن
ایک گوشۂ بہرِ یزداں ایک بہرِ اَہرمن
چارسُو ہوں کاخ وکو میں خیمہ زن
کوں ہوں میں، کون ہوں؟

مثلِ گُل ہوں اور مری خُوشبو ہے تُو
یا سرابِ آرزو ہوں اور رمِ آہُو ہے تُو
موجِ پیچاں ہوں کنارِ جُو ہے تُو
سایہ مہتاب ہوں، میری حقیقت تُو ہے تُو
دشنۂ تقدیر ہوں میں جنبشِ ابرو ہے تُو
کون ہوں میں کون ہوں؟

میں خرابِ کفر و ایماں میں اسیرِ ننگ و نام
میں شعارِ گبر و ترسا میں شعورِ خاص و عام
کہکشاں پر ہے کبھی میرا مقام
اور کبھی چہرے پہ گردِ صبح و شام
ہر تصوّر ہر تخیل زندگی سے انتقام
اے سمندِ ناز کی ٹوٹی زمام
کون ہوں میں کون ہوں؟

# اسان پٺائيءَ ۽ درازيءَ جي روايت جا وارث آهيون

(شيخ اياز جي نثري ڪتابن ۾ سچل سرمست جو ذڪر)

"اسان..... أنهن شاعرن جا وارث آهيون، جن انسان ذات کي هڪ لازوال پيغام ڏنو آهي: امن ۽ انسانيت جو پيغام، سپردگيءَ ۽ سرفروشيءَ جو پيغام، مذهبي تفرقي بازيءَ ۽ تعصب کان پرهيز جو پيغام، حب الوطنيءَ ۽ بين الاقوامي رواداريءَ جو پيغام اسان پٺائيءَ ۽ درازيءَ جي روايت جا وارث آهيون، ۽ مشاعري جو مسخريپڻو اسان لاءِ ڪائي اهميت نه ٿو رکي....."

(سن ۾، 'بزم صوفياء سنڌ' جي ٽين ڪانفرنس ۾، مشاعري جي صدارتي خطاب مان ٽڪرو)

❑ هر چڱي ادب ۾ اديب ۽ اُن جي قوم ۽ زبان جي انفراديت ۽ اصليت آهي. جيستائين ڪنهن سنڌي اديب گهٽ ۾ گهٽ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جو گهرو مطالعو نه ڪيو آهي ۽ هُو پنهنجي تاريخ، روايات ۽ ماحول جو چڱيءَ طرح واقف نه آهي، تيستائين هُو سنڌي زبان ۾ چڱو ادب پيدا نه ٿو ڪري سگهي.[1]

❑ آڌي رات جو ننڊ مان جاڳ ٿي، مون اکيون پٽي مٿي ڏٺو. آڪاش جي مندر ۾ ڏيئا جلي رهيا هئا. ويساک جو مُنو چنڊ، ڪنهن پوڄاريءَ جي سيتل آتما جيئن ٿي لڳو. مون چيو، ”اُٿي، آرتيءَ جو وقت آهي، ويل نه وهامي وڃي!“ پوءِ اُٿي مان ڪونيءَ جي پٽ وٽ آيس. سامهون اونداهو ساڏيلو، جُنون ۾، سچل سرمست جي وارن وانگر ٿي لڳو.“[2]

❑ سچل سرمست، سنڌ جو پهريون باغي شاعر هو. ڪاش! هُو پنهنجي تلوار تصوف جي مياڻ مان ڪڍي سگهي ها![3]

❑ هر فنڪار پنهنجي وسيع ڪائنات جو موجد آهي، هُو ڪنهن به ٻئي فنڪار جي حدبنديءَ ڪي جي حقارت سان نه، ته به شڪ سان ضرور ڏسي ٿو. مون طالبعلميءَ جي زماني ۾ ’غالب‘ جو هڪ شعر پڙهيو هو، جو مون ڪان اڃا تائين نٿو وسري:

ڪوهڪن نقاشِ يک تمثالِ شيرين تها اسد،
سنگ سے سر مار کر پيدا نہ هووے آشنا.

(يعني ته فرهاد، شيرين جي فقط هڪ تمثال (symbol) جو نقاش هو: پٿر سان مٿو هڻي، ڪوئي شيرين جو آشنا پيدا نه ٿو ٿئي.)

فن واقعي اُها ’شيرين‘ آهي، جنهن جا سوين رنگ روپ آهن. فنڪار جو روح اُن ۾ صدها رنگينين جي تلاش ڪري ٿو. اهو ناممڪن آهي ته هُو اُن جي فقط هڪ ئي مانوس صورت تي مطمئن ٿئي. شاهه لطيف هو، سچل سرمست هو، سامي هو، يا ڪو ٻيو، هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي ’شيرين‘ ۾ صدها رنگينين جي تلاش ڪئي. پر جڏهن وقت گذريو، ته هرڪنهن جي ’شيرين‘ هڪ مانوس صورت اختيار ڪندي وئي، ۽ نئين فنڪار جي بيقرار روح اُن کي مُسترد ڪري، پنهنجي شيرين پاڻ لاءِ ڳولي....

(1) ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي‘ - ٢ 61 (2) ايضاً- ص 173 (3) ايضاً- ص. 183

اهو سچ آهي ته ماحول فنڪار کي متاثر ڪري ٿو، پر باغي فنڪار ڪڏهن به ماحول جو محتاج نه آهي. هو پنهنجو ماحول پاڻ پيدا ڪري ٿو. شعر و ادب يا ٻئي ڪنهن به فن لطيف ۾ ماحول سان مصلحت آميزي، عظيم ترين گناهه آهي. فن، حسن ۽ محبت ۽ سچائيءَ جو اٽٽڪ ۽ اڏول پاسبان آهي. اهو نظريو اڄ به ايترو ئي سچو آهي، جيترو شاهه لطيف ۽ سچل سرمست جي وقت ۾ هو.(1)

❑ اسان جا ڪلاسيڪي شاعر مشاعري باز نه هئا، جو ته اُهي بيحد خوددار انسان هئا، ۽ هُو ڪنهن جي آسڻ تي نه ويندا هئا؛ پر ڪوڙئين اُنهن جي آسڻ تي اچي سلام ڪندا هئا؛ جو ته هو نه فقط شاعر هئا، پر پيغامبر به هئا. هو ڪنهن طبقي جا محتاج نه هئا، پر پنهنجي ذات ۽ ذاتِ عوام کي آڇيو هئائون. هو ڪنهن جا قصيده گو نه هئا، سواءِ سنڌ جي عوام جي، جنهن جي محبت هنن جي فن جو سرچشمو هئي، ۽ سنڌ جي عوام انهن کي بي مثال سنجيدگيءَ سان ـ اد ڏنو، انهن جي سٽ سٽ ياد رکي ۽ انهن جي پيغام کي پنهنجي زندگيءَ جي نظريي ۾ شامل ڪري ڇڏيو. اسان، جي اڄ سنڌي ثقافت جي تحفظ ۽ تجديد لاءِ ڪنا ٿيا آهيون، انهن شاعرن جا وارث آهيون، جن انسان ذات کي هڪ لازوال پيغام ڏنو آهي- امن ۽ انسانيت جو پيغام، سپردگيءَ ۽ سرفروشيءَ جو پيغام، مذهبي تفرقي بازيءَ ۽ تعصب کان پرهيز جو پيغام، حب الوطنيءَ ۽ بين الاقوامي رواداريءَ جو پيغام، اسان ٻنائيءَ ۽ درازيءَ جي روايت جا وارث آهيون، ۽ مشاعري جو مسخربپڻو اسان لاءِ ڪائي اهميت نه ٿو رکي. هيءَ ڌرتي، جنهن ۾ اسان جي جڙ آهي، هيءَ ڌرتي جا اسان جي ماءُ آهي، هيءَ ڌرتي جنهن مان سوين فن ۽ ادب جا رنگين گل اُسريا آهن، انهيءَ ڌرتيءَ جي، فقط انهيءَ ڌرتيءَ جي روايت اسان جي ثقافت جو حصو آهي، ۽ انهيءَ روايت جي حفاظت ئي اسان جي تخليقي ادب کي پنهنجي لازوال انفراديت ڏئي سگهي ٿي.(2)

---

(1) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' ( ڀاڱو-١): سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد، جي سنڌي ادبي سوسائٽيءَ طرفان اپريل 1964ع ۾، سنڌي مشاعرو منعقد ڪيو ويو، جنهن جي صدارت شيخ اياز ڪئي. هي اُن مشاعري جي صدارتي تقرير مان اقتباس آهي.

(2) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' (ڀاڱو-١): ص 230-229 (3- سيپٽمبر 1966ع تي، سن ۾ "ڪين سنڌ ثقافت ڪانفرنس"، بزم صوفيائي سنڌ طرفان ڪرائي وئي، جنهن جي مشاعري جي صدارت ڪندي شيخ اياز جيڪا تقرير ڪئي، ان مان هڪ اقتباس)

❑ سنڌ ڀٽائيءَ جي ڌرتي آهي، سچل جي سرزمين اهي. سنڌ ڪنجهون آهي، ڪڙتال آهي، هو جمالو آهي، سوسيءَ جو ويس آهي ۽ اُهو عظيم ذهني انقلاب بہ آهي، جو ڪوڙ کي ڏاهي ڍير ڪري سگهندو آهي.[1]

❑ اوهان وٽ ڀٽائيءَ کان سواءِ، عنات آهي، عيسو آهي، سچل آهي، سامي آهي ۽ ٻيا ڪيئي شاعر آهن، جن جي شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو رُتبو آهي. جن ڪنهن وظيفي يا سروپا لاءِ ڪنهن بادشاهہ، ڪنهن نواب يا ٻئي ڪنهن چيگڙي چٽ ڏٺيءَ جا قصيدا نہ چيا هئا، نہ وري ڪنهن دربار ۾ ڪُورنشون بجا آنديون هيون، نہ سهرا لکيا هئائون، نہ قرض تي ورتل مئي پيئندا هئا ۽ نہ ڪنهن قرض خواه اڳيان ليلڙاٽيون ڪندا هئا، نہ واه واه ۽ مقرر مقرر جي ڪل جهڙين ساراهن جا طلبگار هئا ۽ نہ ڪنهن طوائف جي ڪوٺي تي آداب محفل جي نمائش ڪندا هئا.... جاگيرداري دور جي تخريبي (decadent) تهذيب هنن کي ڇُهي بہ نہ سگهي هئي.... هو سنڌي عوام جا شاعر بہ هئا، فلسفي بہ هئا ۽ روحاني فيض جا سرچشما بہ هئا دراصل پوڙي سنڌو ماتريءَ ۾ ڪلاسيڪي شاعريءَ جو ساڳيو مزاج آهي. ڀٽائي، سچل، باهو، بلي شاهہ، وارث شاهہ، فريد شڪر گنج، خواجہ فريد سڀ انهيءَ عظيم روحاني سلسلي جون ڪڙيون آهن. اهي عظيم شاعر هئا، انهن پنهنجي عوام جي دُک درد کي انهن جي ٻوليءَ ۾ ڳاتو هو. اُهي نوابي درٻارين تي پلجندڙ اقليتن جا شاعر نہ هئا. اُهي انهن ڪروڙن انسانن جا شاعر هئا، جي تتيءَ ٿڌيءَ ٻنيون کيڙيندا، هَر ڪاهيندا، پورهئي ۾ پگهر وهائيندا ٿا وتن. اُهي ڪير آهن، جي بُلي ۽ ڀٽائيءَ کي ربتڻ ٿا چاهين؟ اُهي ڪير آهن، جي سچل ۽ شڪرگنج جيْ ڌرتيءَ تي ڪجهہ درباري ٻولڙين ۽ انهن جي ٻوليءَ جي اهميت جتائين ٿا؟[2]

❑ اڄ مان ڀٽائيءَ ۽ سچل جي روحن کي مخاطب ٿي چوان ٿو تہ: "اي پٽ ڌڻي، تنهنجيءَ پٽ تي سج وري اُڀري رهيو آهي: اُن ازلي چراغ کي ڪوئي بہ وسائي نہ ٿو سگهي! اي سرمست! تنهنجي درازن جي دز کي بہ ڪوئي ڇُهي نہ ٿو سگهي! جيستائين سنڌي مائرون ٻار ڄڻينديون رهنديون، تون

---

(1) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' (ڀاڱو-١): ص 251.

(2) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' - ص 66-265 (4 مارچ 1971ع تي سنڌ شاگردن، اديبن، وطن دوست سائين جي ساٽ سان سکر ۾ سنڌي زبان ڪنوينشن سڏائي. اُن موقعي تي شيخ اياز جا صدارتي تقرير ڪئي، ان مان هڪ اقتباس)

قائم ۽ قائم آهن، تنهنجون گهڙوليون ڳائبيون رهنديون، تنهنجا نغارا وڄندا رهندا. هي چار مارچ جو ريٽو جهنڊو، انهيءَ جي ضمانت آهي تہ اوهان زنده جاويد آهيو، چو تہ سنڌ زنده جاويد آهي، سنڌيت زنده جاويد آهي، اوهان اسان کي وحدت الوجود جو پيغام ڏنو هو. اها وحدت الوجود آفاقي بہ آهي، سنڌي بہ آهي. اوهان ئي اسان جي ڌرتيءَ جا ڏک سک ڳاتا هئا، اڄ سنڌ جو هر دانشور، هر اديب، هر شاعر، هر شاگرد، هر وطن دوست سنڌ سان اها وحدت الوجود جي ڪيفيت محسوس ڪري رهيو آهي. اڄ 4 مارچ جو جهنڊو انهيءَ قومي وحدت الوجود جو عظيم نشان ٿي هوا ۾ لهرائي رهيو آهي. اها وحدت الوجود ڪڏهن بہ دُوئيءَ ۽ ڏڪار ۾ نہ بدلجندي، سنڌ هڪ آهي، هڪ رهندي.[1]

❑ "جيئي سنڌ" فقط جذباتي نعرو نہ آهي، جنهن سان ڪوڙ جا قلعا لڏي وڃن ٿا ۽ اُنهن جي ڪنگرن ۾ ڪنبٽي اچي وڃي ٿي. ان نعري جي پسمنظر ۾ ثقافت ۽ قوميت جو اُهو تخيل آهي، جو سنڌ جي تقدير بدلائي سگهندو آهي، ۽ جو اُنهيءَ جُڙتو ثقافت جي جڙ تي ڪهاڙيءَ جو وڍ آهي، جا اوهان تي مڙهي وئي آهي. قوميت نہ فقط ٻوليءَ جو ڳانڍاپو آهي، نہ فقط ڌرتيءَ ۽ روٽيءَ جو ڳانڍاپو آهي؛ قوميت اُهي سڀ ڳانڍاپا هوندي بہ انهن کان ڪجهہ وڌيڪ آهي. ڳنڍير جي ڳنڍين ۾ جيستائين مارونڙن جو من ٻڌل نہ آهي، تيستائين قوميت جو تخيل مڪمل نہ آهي. قوم، زبان جو اشتراڪ، زمين جو اشتراڪ ۽ معاش جو اشتراڪ بہ آهي، ۽ انهيءَ اشتراڪ ۾ انسانن جي نفسياتي ساخت جي يڪسوئي بہ آهي، اها نفسياتي ساخت، زمان ۽ مڪان جي لڳاتار سلسلي مان جُڙندي آهي ۽ اُن تي اثرانداز بہ ٿيندي آهي. اها من ورتي قوم جي سياوَ جي جڙ هوندي آهي ۽ اُن جي ثقافت ۾ ڦلندي ڦولندي آهي. اُن کي ڪائي شڪل صورت نہ آهي، پر قومي ثقافت مان اُن جو هڳاءُ دور تان پڌرو هوندو آهي. چپر جو پتو چاڙ مان پوندو آهي. جي پڻائيءَ ۽ سچل جو وجود نہ هجي ها، تہ هي پُسيءَ ۽ پيرونءَ جي ڌرتي، قوم پيدا نہ ڪري سگهي ها. قوميت ڏت بہ آهي، ڏوٽيئڙو بہ آهي، ۽ اُها مارئيءَ

(1) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' - ص 273 (4 مارچ 1971ع تي سنڌي شاگردن، اديبن، وطن دوست ساٿين جي ساٿ سان سکر ۾ سنڌي زبان ڪنوينشن سڏائي. اُن موقعي تي شيخ اياز جا صدارتي تقرير ڪئي، ان مان هڪ اقتباس)

جي پڪار بہ آهي، جنهن صحرا جي سنتر کي معنيٰ بخشي آهي. فقط رياست قوم ٺاهي نہ سگهندي آهي ۽ نہ ڪوئي سطحي سرڪاري انتظام اُن جي اڏاوت ڪري سگهندو آهي. قوم فقط انساني گروهہ بندي نہ آهي ۽ نہ وري قوميت هجوم جي تعداد ۽ ان ۾ عارضي طور اتحاد تي مشتمل هوندي آهي.[1]



(1) 'خط، انٽرويو ۽ تقريرون' (٢): ص 111.

# سرمستَ سڀ سچل ٿيندا آهن

(شيخ اياز جو پنهنجن شعري مجموعن جي
مهاڳن ۾ سچل سرمست کي خراج تحسين)

سچل کي خبر نہ هئي تہ سندس نالو اضافي آهي، ڇو تہ سَرمست سڀ سچل ٿيندا آهن، اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سڀ سچل، سرمست نہ ٿيندا آهن.

( 'تنبوليون' – مهاڳ: ص 14)

□ هڪ صوفيءَ جا تجربا، شڪ ۽ شبهي کان مٿي سهين، پر اُهي جڏهن ٻوليءَ ۾ اچن ٿا تہ تجربن جي ماهيت ۽ نوعيت بدلجي وڃي ٿي. ڳالهہ ايستائين پهتي، جو هُو مطلق هستيءَ کي 'نيستي' چوڻ لڳا، اُپنشدن ۾ 'نيتي نيتي' چوڻ لڳا تہ ابنِ عربيءَ ۽ عبدالڪريم الجباليءَ اُن کي 'الا عليٰ' ۽ 'عدمِ محض' ڪوٺيو.

پنجاب ۾ سلطان باهو، بلي شاهہ ۽ شاهہ حسين اُن جا بهترين مثال آهن، ۽ سنڌ ۾ تہ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ کي هرڪو تہ- مورتي ڪوٺي ٿو. سامي هندو تہ هيو، پر هڪ وحدت پرست شاعر هو.[1]

ڪٿان تہ ڪافر ٿيان
ماڻ ڪيان تہ مشرڪ ٿيان، ڪُٿان تا ڪافر.[2]

(سچل سرمست)

سيني ۾ سنگرام
'سيني ۾ سنگرام' سچو سنياسين کي.[3]

(سچل سرمست)

□ هيءَ ساري ڪائنات خُدا جي آهي، ستارا، گرهہ، وڻ ٽڻ، ٿل ٿول، سمنڊ، پهاڙ، بادل سڀ خُدا جو وجود آهن، جيڪو روحاني وجود اُنهن کي صورت، رنگ، جو ارادو ۽ نيت آهي. هر انساني جسم خدا جو حصو آهي. اهو وحدت الوجود جو فسلفو آهي، جو روميءَ کان بيدلِ دهلويءَ ۽ شاهہ لطيف کان ساميءَ تائين ڦهلايو ويو آهي، ۽ جو منهنجي شاعريءَ کي ورثي ۾ مليو آهي. وحدت الوجود جو فسلفو فقط ٿيوري (Theory) نہ آهي، اُن جا زبردست عملي ۽ اخلاقي اشارا ۽ معنائون آهن....

..... اُن فلسفي موجب بقول سعدي:

بني آدم اجزائ يک ديگر اند
(آدم جا ڄاوا هڪٻئي جا عضوا آهن)

اُن جي معنيٰ تہ ڪوبہ انسان پاڻ کي ضرب رسائڻ کان سواءِ ٻي ڪنهن کي ضرب رسائي نہ سگهندو. پنهنجي پاڙيسريءَ کي ڏک هڻڻ، پنهنجي هٿ

---

(1) مهاڳ: 'ڪرنجون ڪرڪن ٽيون' -ص 8: (ٻهريون ايڊيشن، اپريل 1997ع)
(2) 'اُڪ جون ڦلڙيون ۽ ڀيچ ڀني' - ص 48، (ٻيو ڇاپو: 2003ع)
(3) 'اُڪ جون ڦلڙيون ۽ ڀيچ ڀني' - ص 82، (ٻيو ڇاپو: 2003ع)

ڪپڻ يا پنهنجي اک ڪڍڻ جي برابر آهي. هرڪنهن جي آسودگي پوري انسان ذات جي خُوشيءَ ۾ آهي. انسان ذات، ڪنهن بہ هڪ انسان وانگر، هڪ ڪَٺي ۽ جيئري جاڳندي بناوت (organisim) آهي. اسان هڪ خاندان ۾ پائر آهيون، جن جو ابو خُدا آهي، اهو ئي سچل جي محاوري ۾ 'سرِ الاهي' آهي ۽ بلا شاهہ جي "بُليا! ڪي جاڻان مين ڪون" جو جواب آهيِ. انهيءَ فلسفي ۾ ان ڪري اُنرت، ڪَنياءَ ۽ پرائي مُلڪ ذُهڻ لاءِ وَجهہُ ۽ وٺي ڪونہ آهي.[1]

❑ دنيا هڪ ئي تہ وان گوگ پيدا ڪيو آهي، جنهن آرٽ کي پنهنجو جيون ارپڻ ڪيو، جنهن جا پيلا رنگ ڏسي ماڻهو ائين چوڻ ڪان نہ رهندا هئا تہ خدا کي جي ڪوئي رنگ هجي ها تہ اُهو پيلو هجي ها. پيلو رنگ معصوميت جي نشاني آهي ۽ منهنجو پسنديده رنگ آهي. معصوميت، معصيت جو ضد آهي ۽ خُدا ۾نهي ڪان مٿي آهي ۽ اُن جو ڪو رنگ ٿي نہ ٿو سگهي. 'بي رنگيءَ رنگ بنايا اي' شايد سچل سرمست جي سٽ آهي. (سچل کي خبر نہ هئي تہ سندس نالو اضافي آهي، چو تہ سرمست سڀ سچل ٿيندا آهن، اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سڀ سچل، سرمست نہ ٿيندا آهن.)[3]

"مان چئين بجي صبح جو (شاهي) باغ (شڪارپور) ۾ ويندو هوس، جڏهن چند رستي تي شوالي جي ڪلس تي بيٺو هوندو هو ۽ نيرن وقت موٽي ايندو هوس. وري باغ ۾ موڪل جي ڏينهن ڪتاب کڻي ويندو هوس ۽ سڄو ڏينهن اُتي گذاريندو هوس ۽ اُتي ئي مون شاهہ، سچل ۽ سامي پڙهيو ۽ انهن جا بيت، ڪافيون ۽ سلوڪ، رابيل ۽ قرني جي خوشبوءِ سان واسجي ويا.[3]

❑ مئن تو ڪوئي خيال هان، مِلسان نال خيال دي.[4]

(سچل سرمست)

❑ سِر ڏي سچل ساجن ليوين، تِل نهين هڪ تاوڻ دا.[5]

(سچل سرمست)

❑ وقت اها ٿي ويل، دوئيءَ دور ڪرڻ جي.[6]

(سچل سرمست)

---

(1) مهاڳ: 'ڪتين ڪر موڙيا جڏهن' (١) ص- 38-37 ( پهريون ڇاپو: فيبروري 1992ع)

(2) 'تندوليون' - مهاڳ: شيخ اياز، ص-14. (3) ايضاً- ص 16

(4) 'جر ڏيئا جهمڪن' -ص 07، (ابتدا)

(5) 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' -ص 31، شاعر جي نوٽبڪ تان.

(6) 'ڪپر ٿو ڪن ڪري' -ص 31 (شاعر جي نوٽبڪ تان).

سچل سرمست جي شاعري هڪ ازلي استفهام آهي. هن جو هر شعر سوال آهي. هيءَ ڪائنات ڇا آهي؟ هي خاڪ و باد، هي ابروباران جو عالم پنهنجي صدها رنگينين جي باوجود ايترو ناپائيدار ڇو آهي؟ انسان جي ازلي منزل ڪهڙي آهي؟ هي پرديسي پکيئڙو ڪٿان اُڏريو آهي؟ سندس ديس ڪهڙو آهي؟ هي انسان، گوناگون شرعي لباس ويڙهي، پنهنجي حسين اصليت ڇو ٿو لڪائي؟ جڏهن انساني دل ديرو آهي ڪنهن لامڪان جي مڪين جو، ته پوءِ هي دين ڌرم ۽ ڪفر اسلام جا تفرقا ڇا جا؟ سندس شاعريءَ ۾ هرهنڌ تجسس پيو بڪي. هر شعر ۾ گويا هن جو نعره رندانه، ڪوئي ازلي سوال آسمانن سان پيو ٽڪرائي!

( 'يوم سچل' سکر (14 جون 1954) جي صدارتي تقرير مان ٽڪرو)

# سچل سرمست جي عظمت

(14، جون 1954 تي سنڌي ادبي سنگت، سکر طرفان "يوم سچل" ملهايو ويو، شام جو مولانا محمد علي جوهر پارڪ ۾ مشاعرو منعقد ٿيو، جنهن جي صدارت شيخ اياز ڪئي، ۽ هيءَ تقرير پيش ڪئي.)

اڄ اسان پنهنجي ادب جي پُرعظمت شخصيت کي خراج تحسين ادا ڪرڻ لاءِ ڪٺا ٿيا آهيون. اسان جي سرمست سان عقيدتمنديءَ جو سبب اهو نه آهي ته هو فقط ولي الله هو يا ڪا خدا رسيده ۽ برگزيده هستي هو. اڄوڪي اجتماع جو مقصد سچل سرمست کي انهيءَ عظيم شاعر ۽ فنڪار جي حيثيت ۾ سمجهڻ ۽ ساراهڻ جو آهي، جنهن کي سنڌي ادب ۾ دوام حاصل آهي.

سچل سرمست جي شاعري هڪ ازلي استفهام آهي. هن جو هر شعر سوال آهي. هيءَ ڪائنات ڇا آهي؟ هي خاڪ و باد، هي ابر و باران جو عالم پنهنجي صدها رنگينين جي باوجود ايترو ناپائيدار ڇو آهي؟ انسان جي ازلي منزل ڪهڙي آهي؟ هيءُ پرديسي پکيئڙو ڪٿان اڏريو آهي؟ سندس ديس ڪهڙو آهي؟ هي انسان، گوناگون شرعي لباس ويڙهي، پنهنجي حسين اصليت ڇو ٿو لڪائي؟ جڏهن انساني دل ديرو آهي ڪنهن لامڪان جي مڪين جو، ته پوءِ هي دين ڌرم ۽ ڪفر اسلام جا تفرقا ڇا جا؟ سندس شاعريءَ ۾ هر هنڌ تجسس پيو بکي. هر شعر ۾ گويا هن جو نعره زندانه، ڪوئي ازلي سوال آسمانن سان پيو ٽڪرائي:

"آهيان آهيان آهيان، وو، موٽي چوان تا ناهيان ڪي ته آهيان، وو،
دوڪي واريون لڪين ديوارون، ڊوڙ انهيءَ ٿو ڍاهيان، وو."

ڪيتري نه سرمستي ۽ زور- بيان آهي انهيءَ شعر ۾! هستي ۽ نيستي جي پُراسرار حقيقت، شاعر جي دل ۾ جا ڪيفيت پيدا ڪري ٿي، ان جو اظهار مٿئين شعر کان بهتر ٿي نٿو سگهي. نفي ۽ اثبات جي معمي جو اهو احساس، جڏهن سندس شخصي وجود ڏانهن لڙي ٿو، تڏهن هو پاڻ کي پڇڻ

ٿو لکي:

"جنهن دل پيتا مئي دا جام، سا دل مستئون مست مدام."

—

"ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي، آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.
ڪوئي مست، ڪوئي سرمست چوي، ڪوئي راه دين درست چوي،
ڪوئي عاشق روز الست چوي، آءُ جوئي آهيان، سوئي آهيان.

ڪو خاص چوي، ڪو عام چوي، ڪو پختو چوي ڪو خام چوي،
ڪوئي "سچو" سچو نام چوي، آءُ جوئي آهيان، سوئي آهيان.

مستيءَ ۽ بيخوديءَ جي انهيءَ منزل تي پهچي، هو دنيا جي هر ظاهر پرستيءَ ۽ تفرقيبازيءَ کان بي نياز ٿي وڃي ٿو ۽ پاڻ کان آخري سوال پڇي ٿو. سوال جو انداز ته ڏسو، ڪيڏو نه پيارو آهي: "تون ڪيون درويش سڏاوين، سچو، تون ڪيون درويش سڏاوين؟" ۽ پوءِ خود ئي جواب ڏي ٿو:

"عشق جو ڏس انصاف، سب مذهب ڪيائين معاف."

هر اهل- معرفت وانگر سندس مذهب تنگ نظريءَ کان مٿي آهي ۽ هو انسان جي روحاني برادريءَ جو علمبردار آهي. اهو هر انسان، جو ازلي حقيقت جي جستجوءَ ۾ آهي، سو انساني مذهبن ۽ فرقي بندين کي بي معنيٰ سمجهي نڪرائي ڇڏي ٿو. سچل سرمست جي ذات ۽ سندس شاعري، ٻئي انهيءَ اصول جون آئينه دار آهن.

سچل سائين جي تخيل تي مختصر تبصري بعد، مان سندس فن جي هئيت جي باري ۾ ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو:

سچل سرمست جو شعر فارسيءَ ۾ وزن جي بلڪل قريب اچي ٿو. ان ۾ ملتاني ڪافيءَ ۽ هندي گيت جون سموريون خوبيون آهن. خصوصاً، هر ڪافيءَ جي پهرين سٽ ته بي پناه روانيءَ سان ڇيل آهي. سندس ڪافيءَ ۾ گداز ۽ شريني آهي. جيڪڏهن جديد سنڌي گيت ۽ ڪافيءَ ۾ سچل جي شاعريءَ جو روح سمايو وڃي ته ان ۾ ڪافي دلڪشي پيدا ڪري ٿي سگهجي.

# امن ۽ انسانيت جو شاعر

(1965 ۾ سچل سرمست اڪيڊمي، خيرپور طرفان درازن ۾ سچل جي ورسيءَ تي ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، ان موقعي تي مشاعري جي صدارت ڪندي اياز هيءَ تقرير ڪئي.)

مون ڪيئي ڀيرا مشاعرن جي صدارت ڪئي آهي، پر هن مشاعري جي صدارت تي مون کي اڳ کان زياده فخر آهي، ڇو ته هي مشاعرو انهيءَ سرزمين تي ٿي رهيو آهي، جا اسان جي ڪلاسيڪي ادب جو سرچشمو آهي، ۽ انهيءَ جو انتظام ۽ انهيءَ ۾ نمايان حصو انهن جديد اديبن جي پلئه پيو آهي، جن جي ذات سنڌي زبان ۽ ادب ۾ اها جوت جاڳائي آهي، جنهن کي ڪوئي واءُ وسائي نٿو سگهي. اهو وقت گذري ويو، جڏهن سنڌي مشاعري مان ڪفن ۽ ڪافور جي بوءِ ايندي هئي؛ جڏهن لکنو ۽ دهليءَ جي پُٺيءَ روايت کان متاثر سنڌي شاعر، قافيه پيمائي ڪندا هئا، ۽ پنهنجو غزل پينوءَ جي پاند جيئن ڦهلائي، داد جي طلب ڪندا هئا. انهن ۾ نه زندگيءَ جو شعور هو، نه ادب جي شناس، ۽ نه انهيءَ اردو غزل جو صحيح ذوق، جنهن جون ٻه چار تشبيهون هنن لاءِ انهيءَ انڌي ڏيڏر جي ڪائنات ٿي چڪيون هيون، جو نه فقط زندگيءَ جي موج ۽ تلاطم کان بي خبر هو، پر پنهنجي کوهيءَ جي ڇر تي ڪنهن چنڊ ستاري جو پاڇو به نه ڏٺو هئائين. گذريل ڪافي عرصي جي شاعري اهي ٿاڦوڙا آهي، جنهن جي ڇِڪ جون ڦينگون اڃا تائين حيدرآباد کان لاڙڪاڻي تائين اڏامنديون نظر اينديون، ۽ جن کي اڃا تائين ڪجهه تڪ بند شاعر ڇور وانگر چنبڙيا پيا آهن. فارسيءَ ۽ اردو شاعريءَ جي روايت ۾ ڪائي مور جي ادا ته ڪانه هئي، جو ان جي تقليد ڪئي وڃي ها. البت ڪجهه ڪانوَ، هِل جا ڪنپ اٽڪائي، اڏامندا نظر ايندا هئا. انهن مان ڪجهه اهي به هئا، جن جا سطحي جذبا هنن کي حالي، اڪبر الهه آباديءَ ۽ اقبال جي دروازي تي وٺي ويا، ۽ هو، لڪير جا فقير، ڪجهه ادبي اوبر مان جهول ڀري آيا ۽ انهيءَ ڪوڪليءَ شاعريءَ جي ڪرڙ ڏسي،

قوليا نہ سمايا. انهن کان اهو وسري ويو تہ اسان جي زبان ۽ ادب خود مالا مال آهي، ۽ پٽائي، سچل ۽ ساميءَ جيڪو ذخيرو ڇڏيو آهي، سو ڪڏهن بہ نہ کٽڻو آهي، ۽ فقط اهوئي اسان لاءِ فخر جو باعث آهي. هڪ طرف فارسيءَ ۽ اردو شاعريءَ جي تتبع ۽ انڌي تقليد سنڌي شاعريءَ ۾ جمود پيدا ڪيو ۽ ٻئي طرف اسان جي ڪافي، بيت ۽ ڏوهيڙي ۾ بہ نئين جذبي ۽ جدت جي نمايان ڪمي نظر آئي. اوهان گذريل صديءَ جون ڪافيون ۽ بيت ڏسندا، تہ انهن ۾ ڪائي ايڪڙ ٻيڪڙ سٽ اهڙي نظر ايندي، جا ادبي معيار تي پوري اچي، نہ تہ انهن ۾ فقط ساڳين ساڳين لفظن جي الٽ ڦير ۽ ڪنهن پير جي پراڻي پڙَ وانگر پُـٽي، بي معنيٰ روحانيت نظر ايندي. گذريل صدي يا انهيءَ کان وڌيڪ عرصي ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ نہ فقط مَئي مَتي مهراڻ واري مستي ختم ٿي وئي، پر ادب اها ڏيڻ ٿي ويو، جنهن جي چوڌاري فقط ڪانون جا ڪانگيرا وڃي رهيا. انهيءَ زوال جو سبب سياسي ۽ سماجي بہ هو، ۽ انهن شخصيتن جي ڪمي بہ هئي، جن جي گهري نگاهہ ۽ اعليٰ حوصلو زندگيءَ جا قدر طيءِ ڪندو آهي، ۽ جن جي جرئت انهن مخالف حالتن سان ٽڪر ڪائيندي آهي، جي قومي زندگيءَ جي جڙ ڪاٽيندڙيون آهن. اهڙيءَ ئي انفراديت جي قلت جي باري ۾ سچل سرمست اطلاع ڏنو آهي:

پنيءَ جج م چل، منجهہ تماشي نہ پوين،
گهوٽ ڪري تون پاڻ کي، ڪر هنگامو هل!

۽ اهڙيءَ انفراديت جي اظهار لاءِ پٽائيءَ چيو آهي:

ٻاريائي تہ ٻار، ڦوڪ تہ لڳي انبرين!

اهو بيان جو زور ۽ حسن اسان لاءِ نہ غالب ۾ آهي ۽ نہ اقبال ۾. پر هن وقت تائين ڪهڙي نقاد جو انهيءَ ڏانهن ڌيان ويو آهي؟ جرمنيءَ جي عظيم شاعر، شلر چيو آهي: ”پنهنجي مادر وطن کي پوريءَ عقيدت سان چنبڙي پئہ، ۽ ان کي هٿان نہ ڇڏ، ڇو تہ انهيءَ ڌرتيءَ ۾ سگهہ جون جڙون آهن. باقي ڪنهن ڌاريءَ ڌرتيءَ ۾ تون اڪيلو سمائجي ويندين، جيئن ڪوئي ڪنبندڙ ڪانُو، جنهن کي ڌوڙ ئي جو ٽورو ئي ڌڪو ليٽائي ڇڏيندو آهي.“

سچل ۽ ساميءَ جي دور کان پوءِ صحيح معنيٰ ۾ سنڌي شاعري وري دور جديد ۾ شروع ٿي آهي، جڏهن اسان کي پنهنجيءَ قوميت، زبان ۽ الڳ تهذيبي ورثي جو ڀرپور احساس ٿيو آهي، ۽ جڏهن اسان جو شاعر ۽ اديب،

دنيا ۾ جي بهترين ادب جي مطالعي جي باوجود انهيءَ نتيجي تي پهتو آهي ته اسان جي جيءَ جون جڙون سنڌ ۾ آهن ۽ جيستائين اسان جي ست ست ۾ سنڌيت جو هڳاءُ نه آهي، تيستائين اسين ڪوئي زنده جاويد ادب تخليق نٿا ڪري سگهون. جڏهن اهو پنهنجي ورثي جي انفراديت ۽ عظمت ۾ ايمان پيدا ٿيو آهي، تڏهن کان سنڌ اهو ادب تخليق ڪري رهي آهي، جو ٿوري عرصي ۾ مشرقي ادب جي بهترين ادب ۾ شمار ڪيو ويندو. ادب ۾ اهو انقلاب "بيوس" جي شاعريءَ ۽ قليچ جي نثر سان شروع ٿيو، ۽ اهو شعور، جنهن ادب کي انهيءَ موڙ تي آندو، اڃي رڃي ريتو ٿيو آهي، ۽ اڄ مون کي **سنڌ جو نئون ادب ائين لڳي رهيو آهي. جڻ سرمست جي مزار تي ڏارهونءَ جا گل ڦٽا آهن.** سياست سنڌ سان فريب ڪيو آهي، اڄ فقط شعر و ادب ئي ان جو ساٿ ڏئي رهيو آهي. اڄ ڪلهه جو سنڌي اديب ۽ شاعر ائين آهي، جيئن شاهه سر راڻي ۾ چيو آهي:

سچ سياڻي جا ڪري، سائي ساميءَ روءِ!

سچل سائينءَ ۽ پٽ ڌڻيءَ جي ڪلام تي اجا تائين ڪوئي معياري تنقيدي ڪتاب نه لکيو ويو آهي. جو ڪجهه لکيو ويو آهي، سو يا ته ڏند ڪٿائن جو ڍير آهي، يا ڪنهن پراڻي اُڏوهيءَ کاڌل تصوريت جو منڊ بنا مانڊاڻ آهي. فن جو جمالياتي، نفسياتي، معاشياتي ۽ ادبي تجزيو اجا ڪنهن سنڌ جي نقاد نه ڪيو آهي. شايد اهو احساس منهنجي هن بيت جو پس منظر آهي:

تون ٿو چونڊين ڪک، مان اڏران آڪاس ۾،
تون چا چاڻين، آهه چا، لونءُ لونءُ منهنجي لک،
پوپاڙيءَ جا پک، آڪيري اوناڻتا.

دراصل اها ڪمي اسان محسوس نه ڪئي آهي، پر پوري برصغير کي ان جو احساس آهي. دور جديد جو باشعور نقاد اڄ وري ڪاليداس ۽ غالب جي روح کي ڳولي رهيو آهي. مون کي اميد آهي ته نئين دور جا اديب پنهنجي پختيءَ پرک ۽ پروڙ وسيلي سچل ۽ پٽائيءَ ۾ اها عظمت اجاگر ڪندا، جا انهن کي مهذب دنيا جي عظيم شاعريءَ ۾ هڪ دائمي جاءِ ڏئي سگهي ٿي. مثال طور، مان اوهان کي سچل جو هڪ سنئو سادو بيت ٻڌايان ٿو:

جنٿي ماٺهن ميڙ آ، مان تنٿي ناهيان،

سسي سنباهيان، پنيءَ شاهہ حلاج جي.

منصور حلاج جو ذڪر هر صوفي شاعر ڪيو آهي. منصور کي روحاني آزاديءَ جي پيغمبر جي حيثيت ۾ ڏنو ويو آهي. هو انهيءَ آزاد مشرب انسان جو عظيم مثال آهي، جو نہ فقط روايت جو باغي آهي، پر انهيءَ بغاوت ۾ سر جي سٽ ڏئي سگهي ٿو. اهو بيت ايترو معمولي نہ آهي، جيترو پيو ڪوئي شعر، جنهن ۾ منصور کي تمثيلي حيثيت ڏني وئي هجي. هن بيت جي اها سٽ- "جتي ماڻهن ميڙ آ، آءٌ تتي ناهيان" - هڪ روايت کان باغيءَ جي روحاني تنهائيءَ جي عڪاس آهي. اهو انسان، جنهن جي پير ۾ ڌرتيءَ جون ڪڙيون آهن، ۽ جنهن جو ڪنڌ عرش جي ڪنگري سان لڳي ٿو، ڪيترو نہ تنها آهي، ڪيترو نہ ماڻهن جي ميڙ کان پري آهي! هن کي سسي ضرور سنباهڻي آهي، پر اهو احساس هن جي پيڙا جو ڪارڻ نہ آهي. هن جي پيڙا تہ انهيءَ ۾ آهي تہ هو ايترو تنها آهي. اها پيڙا مٿاڇري طرح اَڪارڻ لڳندي آهي، ڇو تہ اڪثريت انهيءَ تنهائيءَ جي ڪيفيت کي نہ سمجهي سگهندي آهي. اهو شعر (جو ظاهري طرح معمولي آهي) پڙهي، مون کي جرمنيءَ جي عظيم شاعر، رلڪي، جو هيءُ نظم- "گنڀير گهڙي" - ياد آيو:

"- جيڪڏهن هن وقت دنيا ۾ ڪوئي بہ روئي رهيو آهي، ۽ ڪارڻ کان سواءِ روئي رهيو آهي. تہ هو مون تي روئي رهيو آهي!

- جيڪڏهن رات جو ڪٿي بہ ڪوئي کلي رهيو آهي، ۽ ڪارڻ کان سواءِ کلي رهيو آهي، تہ هو مون تي کلي رهيو آهي!

- جيڪڏهن هن وقت دنيا ۾ ڪوئي بہ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي، ۽ ڪارڻ کان سواءِ وڃي رهيو آهي، تہ هو مون ڏانهن وڃي رهيو آهي!

- هن وقت دنيا ۾ ڪٿي بہ، جو ڪوئي مري رهيو آهي، ۽ ڪارڻ کان سواءِ مري ريو آهي، سو مون ڏانهن ڏسي رهيو آهي."

ڪجهہ انهيءَ قسم جي ڪيفيت سچل جي پٺي بہ هڪ بيت ۾ آهي:

گوندر جن گذاريو، منهن تنهين مشعل،
ڪا مون پوي ڪل، انهن جي افسوس جي!

هر عظيم شاعر پنهنجي هر تجربي کي اهڙيءَ طرح پيش ڪري ٿو، جو پڙهندڙ جو زندگيءَ ۽ ڪائنات ۾ احساس گهرو ٿي وڃي ٿو. اهائي سچي فن

جي حقيقت آهي، ۽ اها ئي ان جي عظمت. اهائي احساس جي گهرائي اسان کي سچل ۽ پٽائيءَ جي شاعري بخشي ٿي. انهيءَ لاءِ سچل چيو آهي:

مين تہ کوئي خيال هان،
ملسان نال خيال دي!

اها ست اهڙي آهي، جا گوئٽي کان غالب تائين، کهڙي بہ مفکر شاعر ۾ حسرت جو احساس پيدا ڪري سگهي ٿي. اج ضرورت آهي انهيءَ تنقيد جي، جا اسان کي پنهنجي ادب جي صحيح عظمت ڏيکاري.

وقت جي تنگيءَ کي مدنظر رکي مان هيءَ تقرير اهو چئي ختم ڪريان ٿو تہ سرمست نہ فقط عظيم شاعر هو، پر عظيم انسان بہ. جا فڪر جي آزادي ۽ انساني محبت جي رواداري، هن جي ڪلام ۽ زندگيءَ ۾ آهي، اها شايد ئي ڪنهن شاعر جي حصي ۾ آئي هجي!

اج جڏهن سياست مذهب جي آڙ وٺي، انسان ۾ انسان لاءِ بي انتها بغض ۽ نفرت پيدا ڪري رهي آهي، تڏهن هن محبت، امن ۽ انسانيت جي شاعر جي اهميت اڳي کان بہ وڌيڪ آهي. شل سنڌ هن جي پيغام کي اج بہ پرکي، پروڙي ۽ هنئين سان هنڊائي، ۽ هن ننڌڙي ڪنڌ جي انڌاري ۾ پنهنجي مشعل بلند ڪري!

# چرخي چت نہ لڳدا......

(30-31 مارچ 1982 تي خيرپور ۾ سچل نئشنل سيمينار ڪميٽيءَ
طرفان، سچل سرمست تي نئشنل سيمينار منعقد ٿيو. ان جي ٻي ڏينهن
واري اجلاس جي هڪ نشست ۾ شيخ اياز هي صدارتي تقرير پڙهي هئي.)

جڏهن مون کي هن سيمينار ۾ شرڪت لاءِ چيو ويو تڏهن مون سوچيو ته سچل سرمست جي ڪهڙي پهلوءَ تي لکان: هن تي گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ ڪجهه ٻہ نہ لکيو ويو آهي. مون هن جو سرائڪي ڪلام کوليو، ڇو ته هن جي سرائڪي ڪلام ۾ جا شهد جي خوشبوءِ آهي، جا موم جي خوشبوءِ آهي، جا تصوف جي خوشبوءِ آهي، سا هن جي ٻئي ڪلام ۾ نہ آهي. پهرين سٽ جنهن تي منهنجي نظر پئي سا هئي:

چرخي چت نا لڳدا ، هڻ ڪيوين آتڻ آوان، سنئيان!

ائين ٻہ نہ ٿي چيائين تہ سُٽ سترو نہ آهي، ڪاتار ڪوڙا آهن، لڳاتار ڪاپي ٽڪائي وڏو آهي، ونگي تڪ ڏسي گهبرائي رهيو آهيان ۽ ان ڪري چرخي ۾ چت نہ ٿو لڳي. رڳو چرخي چت نہ ٿو لڳي، سائين آتڻ ڪئين اچان؟

اها سٽ پڙهي منهنجو ڌيان يڪدم T. S. Eliot جي نظم ڏانهن ويو، جنهن ۾ هن چيو آهي:

I pray that I may forget
Those matters that with my self too much.......

(مان دعا گهران ٿو تہ مان وساري ڇڏيان اُهي سڀ
ڳالهيون، جن تي مان پاڻ سان ڳالهائيندو آهيان)

۽ دعا گهريائين:

Teach us to care and not to care
Teach us to sit still

(اسان کي سيکار تہ اسان پرواهہ ڪيون ۽ پرواهہ نہ ڪيون،
اسان کي سيکار تہ اسان ماٺ وينا هجون)

*اليٽ* جي من جي اها ڪيفيت پنهنجي المناڪ انجام تي هن جي نظم

The hollow men ۾ پهتي، جنهن ۾ نہ رڳو هن آجڪائيءَ، پر اُن جي امڪان کان بہ بنهہ انڪار ڪيو. اُن نظم ۾ هن جون هي سٽون دل ۾ ڦڙڪٽي وجهي ڇڏن ٿيون:

This is the way the world ends
This is the way the world ends
This is the way the world ends
Not with a bang but a whimper.

(انهيءَ ريت دنيا ختم ٿئي ٿي،
انهيءَ ريت دنيا ختم ٿئي ٿي،
انهيءَ ريت دنيا ختم ٿئي ٿي،
ڌڌڪار سان نہ، پر ڪَڪار سان)

اها من ورتي ڏک جي چانئٺ آهي، اندر موٽي وڃ تہ گهٽ ٻوساٽ، مونجهہ موت: نڪري اچ تہ کلي هوا، آزادي، زندگي. وڏي ۾ وڏي پيڙا اها آهي تہ ماڻهو چانئٺ تي ويٺو هجي، نہ اندر پير ڌري سگهي، نہ ٻاهر-چرخي چت نا لڳدا.

نتشي چيو هو تہ 'سڀئي عظيم انسان پنهنجي آدرش جا اداڪار ٿيندا آهن، پر ڪنهن وقت پنهنجي اداڪاريءَ مان هنن جي دل ايتري ڪٽي ٿي ويندي آهي، جو هو آدرش ۽ اداڪاريءَ ٻنهي کي ٻن ڏيڻ چاهيندا آهن.'

نتشي جي انهيءَ ڪيفيت کي سمجهڻ لاءِ هڪ فرانسيسي فلسفيءَ جو هي حوالو بي موقعي نہ ٿيندو:

"مون کان سياري جي اُها رات نہ ٿي وسري، جڏهن حقيقت پنهنجي چهري تان نقاب هٽايو هيو... اجايو مان پنهنجي اڳئين ويساهہ کي ائين چنبڙي پيو هوس، جيئن ڪوئي خلاصي ڪنهن ٻڏل ٻيڙي جي تختي کي چنبڙي پوندو آهي: مون کي اُنهيءَ اڱاهين پولار تي سوچي پؤ ٿيو، جنهن ۾ مون کي لڙهي وڃڻو هو. مان پنهنجي ٻاروتڻ، پنهنجي ويڙهي، پنهنجي ساٿيهہ ڏانهن وريس، هر اُنهيءَ شيءِ ڏانهن وريس، جا مون کي پياري هئي ۽ مون لاءِ مقدس هئي. منهنجي ڏيان جي ڏارا تڪي ۽ اڻ موٽ هئي، جنهن هر شيءِ کي مٽائي ڇڏيو. چا منهنجا پيءُ ماءُ، چا منهنجو خاندان، چا منهنجي ياد، چا منهنجو يقين- اها ڏارا هر ڳالهہ کي لوڙهي وئي. منهنجي تلاش

جيئن پوءِ تيئن زياده گهري ٿيندي وئي ۽ جڏهن پنهنجي گهرائيءَ جي انت تي پهتي، تڏهن ڪائي شيءِ سنئين سنواٽي نہ رهي. مان بي جان ٿي پيس ۽ ڏٺم تہ زندگي جا هوئڻ مرڪندي هئي ۽ ڀرپور هوندي هئي، مون ۾ هڪ ڇيڙ وانگر وسامي وئي ۽ منهنجي اڳيان هڪ نئين زندگي اُڀري آئي: زندگي جا گنڀير هئي ۽ انبوهہ کان دور هئي، جتي مون کي تنها رهڻو هو. اُنهيءَ موتمار سوچ سان گڏ، جنهن مون کي تنهائيءَ جي زندگيءَ ۾ جلاوطن ڪيو هو."

هر باشعور شاعر ۽ اديب جي ذهن ۾، انهيءَ تنهائيءَ جي جلاوطنيءَ ۾ بار بار اهو سوال اُڀري ايندو آهي تہ "مان ڇا ڪريان، جو پاڻ کي بچائي سگهان؟ جي انهيءَ سوال جو جواب اهو آهي تہ "ڪجهہ بہ نہ، هر ڪاوش اجائي آهي" تہ پوءِ اهو جواب ذهني خودڪشيءَ جي برابر آهي. ها، هر باشعور اديب ۽ شاعر اهو سوال هيئن ڦيرائي پڇي سگهي ٿو ۽ اڪثر اوقات پڇندو رهيو بہ آهي: "مان پاڻ کي ڇا کان بچائڻ چاهيان ٿو!"

ان سوال سان لاڳو سوال ٽالسٽاءِ پاڻ کان پنجاهہ ورهين جي عمر ۾ پڇيا هيا ۽ تيستائين هو Anna Karenina ۽ War and Peace تصنيف ڪري چڪو هيو. اهي سوال هيا: هي زندگي ڇا آهي؟ مان ڇا لاءِ جيئان؟ مان ڪجهہ بہ ڇا لاءِ ڪيان؟ ڇا زندگيءَ کي ڪائي معنيٰ آهي؟ ڇا موت تي فتح پائي سگهجي ٿي. موت جو اڻ ٽر آهي؟

مان ڀانيان ٿو ٽالسٽاءِ وانگر، هر عظيم شاعر ۽ اديب کي ڪنهن نہ ڪنهن وقت ڇڻ ڪوئي سنئيما جو پردو اکين اڳيان اُڀري اچي ٿو ۽ هن کي ائين ٿو لڳي تہ اهو پردو ڇڻ هن جي زندگيءَ جو تاڃي پيٽو آهي. هن جون محبتون، هن جون نفرتون، هن جون ياريون دوستيون، هن جي جنگ و جدل، سڀ انهيءَ پردي تي مايا وانگر لڳن ٿا، اهڙا بي حقيقت، جيئن ڪوئي خواب هجي.

H. G. Wells پنهنجي ڪتاب The Conquest of time ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ 'آخرين فاتح وقت آهي ۽ نہ انسان' ، پوءِ هڪ شعر پيش ڪيو اٿائين:

Time like an ever rolling stream bears all its sons away
They fly forgotten as a dream dies at the opening day.

(وقت هڪ وهندي نهر وانگر پنهنجا پٽ لوڙهي ڇڏي ٿو ۽ اُهي اُڏري وسري وڃن ٿا، جيئن باک ڦٽيءَ مهل سپنا وسري ويندا آهن)

ڪجهہ سال اڳ تاجڪستان ۾ بحر نووڪ تي هڪ ڪشتي ڏسي،

تاجڪ شاعره گل رخسار مون کي هي شعر ٻڌايو هيو، جو اڄا تائين مون کي ياد آهي:

غافل مشو ز عمر ڪہ چون ڪشتيءَ بر آب
استاده مي نمايد و چون تير مي رود
(عمر کان غافل نہ رهہ، اها ائين آهي جيئن ٻيڙي پاڻيءَ
تي بيٺل نظر ايندي آهي، پر دراصل تير وانگي وهندي
رهندي آهي)

لنڊن ۾ مادام تساد جو مومي عجائب گهر (Wax Museum) آهي، جنتي دنيا جي اهم شخصيتن جا مومي بت رکيل آهن. عجائب گهر جي زير زمين حصي ۾ Chamber of horrors آهي جنتي ٻين بتن سان گڏ فرانس جي راڻيءَ Mary Antoinette جو مومي بت گلوٽين هيٺان رکيل آهي. سنڌي نثري نظم جي شاعره گيتا راج، جا اُتي مون سان گڏ هئي، تنهن اهو بت ڏسي چيو هو تہ هي مومي بت اُنهن تاريخي شخصيتن کان وڌيڪ حقيقي لڳن ٿا، جي انهن جي ذريعي پيش ڪيون ويون آهن: مومي ئي سهي، انهن جو ڪوئي وجود تہ آهي. وڌيڪ شدت سان اها ڪيفيت مون ۽ رشيد ڀٽيءَ، فتح پور سڪريءَ ۾ ان جاءِ تي محسوس ڪئي هئي، جتي تانسين ۽ ٻيجو باورا جو مقابلو ٿيندو هيو. سانجهيءَ جي اٿاهہ سُن ۾ اسان جا ڪن اهي آواز ڳولي رهيا هئا، جي هن ڪائنات جي وسعت ۾ گم ٿي ويا هئا.

فنا ڇا آهي؟ بقا آهي بہ يا نہ؟ جي آهي تہ ڇا ڪي آهي؟ جي آهي تہ ڪيئن آهي؟ اهي سوال هر باشعور اديب ۽ شاعر جي سوچ ۾ وار وار ڦرن ٿا. جڏهن هن کي انهن سوالن جو ڪوئي قطعي جواب ملي ٿو تہ هن جو چت چرخي ۾ لڳي ٿو. پر اهو جواب ورلي قطعي ٿئي ٿو ۽ وري وري اُن جا ٽوٽيون ٽنيا لڏڻ لڳن ٿا.

دوستو وسڪيءَ جا ڪردار، اوهان کي انهيءَ يقين ۽ بي يقينيءَ جي ڪيفيت ۾ وري وري موٽندا نظر ايندا. نيٺ دوستو وسڪيءَ پنهنجي جاءِ پناهہ مسيحيت ۾ ڳولي لڌي. هن جي بي مثال ناول The Brothers Karamazov ۾ هن جو ڪردار اليوشا (Alyosha)، جنهن جي ذهن تي اهو خيال حاوي ٿي چڪو آهي تہ آخري فتح برائيءَ جي آهي ۽ نہ چڱائيءَ جي ۽ ماڻهوءَ جو انت رڳو مٽي آهي، رات جو خواب ڏسي ٿو جو هن کي پنهنجو

ويساهہ موتائي ڏني ٿو. هو ڏسي ٿو، تہ هو گئليليءَ ۾ اهي، جتي يسوع پاڻيءَ کي شراب ۾ بدلائي رهيو آهي. اينتري ۾ ڪوئي پوڙهو هن کي سس پس ڪري چوي ٿو، ”هو پاڻيءَ کي شراب ۾ بدلائي رهيو آهي، جيئن ڪنهن مهمان جو سرور گهٽجي نہ وڃي. مان پانيان ٿو تہ هن کي نَوَن مهمانن جي اچڻ جي اُميد آهي، هو تہ لڳاتار نون مهمانن کي اچڻ جو نوتو ڏئي رهيو آهي.“ جنهن وقت اليوشا خواب مان جاڳي ٿو، تہ هو محسوس ڪري ٿو تہ هن کي نئين زندگي ملي چڪي آهي: هو رات جي وقت ٻاهر تارن ڀري آسمان هيٺان اچي ٿو ۽ پاڻ کي ڪنهن آفاقي شعور جي گهيري ۾ محسوس ڪري ٿو: هو پاڻ کي ڌرتيءَ تي اُڇلي اُن کي چمڻ چاهي ٿو ۽ اُن کي سدائين لاءِ پيار ڪرڻ چاهي ٿو. اُن وقت هن کي پنهنجو جواب مِلي وڃي ٿو، ’اگڻ ڪيوين آوان؟‘ جو جواب.

ٽالسٽاءِ جي من ۾ جڏهن مٿي ذڪر ڪيل سوال اُڀري آيا تہ هن کي پنهنجا همعصر نادان لڳا. پاڻ کي ٻين کان علحدو ثابت ڪرڻ لاءِ هن هيٺينءَ ڏند ڪٿا جو سهارو ورتو:

”ڪوئي ماڻهو هڪ ٻوڙي کي چنبڙيو پيو هو ۽ ڪڏ ۾ لڙڪي رهيو هو: ڪڏ جي مٿان هڪ خونخوار جانور بيٺو هيو ۽ ڪڏ ۾ هيٺ هڪ بلا هن کي کائڻ لاءِ آتي هئي. نہ هو ڪڏ کان ٻاهر نڪري ٿي سگهيو ۽ نہ ڪڏ ۾ هيٺ ٽپو ڏيڻ ٿي چاهيائين: ۽ جنهن ٻوڙي ۾ هن جا هٿ ڪپي ويا هئا، اُن کي بہ ڪوئا ڪتري رهيا هئا. ڀوءِ بہ ٻوڙي کي جهليندي، لڙڪندي، موت جو انتظار ڪندي، هن کي ٻوڙي جي سرن تي ماکيءَ جا بہ ٿي ڦڙا نظر آيا ۽ هو انهن کي چٽڻ لڳو.“

اهي هئا ٽالسٽاءِ جي نظر ۾ پنهنجا همعصر، جي موت جو انتظار ڪندي ماکي جا بہ ٿي ڦڙا چٽي رهيا هئا- ماکيءَ ڦڙا، جن جي اهڙيءَ هيبتناڪ فضا ۾ ٽالسٽاءِ لاءِ ڪائي اهميت نہ هئي.

چرخي چت چو نہ ٿو لڳي؟ چرخي چت ڪيئن لڳي؟ آئڻ اچان تہ ڪيئن اچان؟ دوستو وسڪيءَ وانگر ٽالسٽاءِ کي بہ انهن سوالن جو جواب مسيحيت جي آدرش ’خود قربانيءَ‘ ۾ مليو.

انگريزيءَ زبان جي مشهور شاعر William Blake پنهنجن همعصرن جي باري ۾ ٽالسٽاءِ وانگر ساڳيو خيال ظاهر ڪيو هو:

I wander through each dirty street
Near where the dirty thames does flow
And on each human face I meet
Marks of weakness, marks of woe

(مان هر اُنهيءَ گنديءَ گهٽي ۾ رلان ٿو،
جنهن جي ڀرسان ٽيمس ندي وهي ٿي،
۽ جنهن بہ انسان سان مان ملان ٿو،
اُن جي منهن تي نستائيءَ ۽ ڏک جا نشان ملن ٿا)

من جي انهيءَ آنڌ مانڌ ۾ وليم بليڪ ٽيمس نديءَ کي، جا انگريزن لاءِ ذري گهٽ مقدس نديءَ جو درجو رکي ٿي، گندي ندي ڪوٺيو آهي. ٽالسٽاءِ وانگر هن بہ پنهنجو حل مسيحيت ۾ ڳوليو، جيتوڻيڪ جڏهن روسي شاگردن کي ساڳيءَ اضطرابي ڪيفيت مان گذرڻو پيو تہ هن هرزن (Herzen) ۽ بڪونن (Bakunin) جهڙن انقلابين جو دڳ ورتو.

مان ڀانيان ٿو تہ "چرخي چت نا لڳدا" واري بي عمليءَ جي ڪيفيت سارتري جي Nausea جي ڪيفيت وانگر آهي. سارتري جي هڪ ڪردار اهڙي ڪيفيت محسوس ٿي ڪئي؛ اوچتو هن جي سامهون ڪنهن هڪ رڪارڊ هلايو، هڪ نيگرو ڳائڻي ڳائي رهي هئي "ڪڏهن نہ ڪڏهن....-" "ڪڏهن نہ ڪڏهن.....". اوچتو هن جي Nausea ختم ٿي وئي. هن محسوس ڪيو تہ هو موسيقيءَ ۾ آهي، اُن جا اُلا آئينا تي پيا آهن، جن جي چوڌاري دونهين جا ڇلا آهن.

مان بہ ڪافي وقت کان ساڳيءَ ڪيفيت مان گذريو آهيان. 'چرخي چت نا لڳدا' پڙهي مون سچل کي سڏي چيو، "سرمست! تنهنجي هوندي مان پنهنجي سوال جو جواب، پنهنجي ذهني اضطراب جو حل نٿو ڳولهيان؟" ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪيءَ، وليم بليڪ، اليٽ يا سارتري کان ڪهڙو پڇان؟ تون ئي ان جو حل ٻڌاءِ. پوءِ مون سچل جو سرائڪي ڪلام اُٿلايو تہ هن جي هڪ سٽ تي نظر چٽي.

سر ڏي سچل ساجن ليوين، تل نهين هڪ تاوڻ دا

وقتي طور مون ائين محسوس ڪيو تہ جيئن هڪ ننڍو ڪارڪٽيي هڪ وڏي ڪارڪٽيءَ جي ڀرسان ويٺو هجي ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري پاڻ کان

وڏي جو سريلو گيت ٻڌندو هجي ۽ اوچتو پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪري پنهنجي ڇهنب هوا جي جهرٽي ۾ ٻوڙي ۽ گيت هن جي نڙيءَ مان هڪ ڦوهاري وانگر نڪري اچي.

مون سوچيو تہ ڇا 'آتڻ ڪيوين آوان' جو جواب اهو آهي؟

# شاهه، سچل ۽ سامي، سيمينار

(25 آڪٽوبر 1990، تي ڀارت ۾ "شاهه، سچل، سامي" سيمينار جي مهورت وقت شيخ اياز جي ڪيل تقرير جا ڊسمبر 1990 جي 'سهڻي' رسالي ۾ شايع ٿي.)

ڀارت ورش جا سنڌيو،

سنڌ ديس ۽ ان جي رهواسي ڀائرن ۽ ڀينرن جا اوهان لاءِ پيار.

مان، سنڌ ديس جو شاعر، جنهن اوهان کي ڪڏهن به پاڻ کان ڌار نه سمجهيو آهي، گذريل ستاويهه سال تاريخ جي ڀيانڪ چڪر ۾ اچي، وري سنئين لڳين اوهان وٽ موٽي آيو آهيان، جيتوڻيڪ انهيءَ وقت ۾ منهنجي روح تي رهڙون اڳي کان به گهڻيون اچي چڪيون آهن. منهنجا اوهان لاءِ پرنام.

اوهان مون کي "شاهه، سچل ۽ ساميءَ" تي سيمينار جي مهورت لاءِ گهرايو آهي، جنهن لاءِ مان اوهان جو ٿورائتو آهيان. 'شاهه، سچل ۽ سامي' سنڌ جي صدين وانگر، منهنجي ساهت تاجي پيٽي ۾ اٽيل آهن. سامي به مون لاءِ اوترو ئي اهم آهي، جيترو شاهه ۽ سچل، جو ته ٽنهي جو نقطئه نگاهه ساڳيو آهي، جو ويهينءَ صديءَ ۾ به ايتري اهميت رکي ٿو، جيتري پنهنجي دور لاءِ رکندو هو. مان رسمي طرح 'شاهه، سچل ۽ ساميءَ' جي شاعريءَ جو جائزو نه ٿو وٺان، پر ويهينءَ صديءَ لاءِ ۽ اڪويهين صديءَ لاءِ، جا هڪ ڏهاڪي ڪان پوءِ اچي رهي آهي، انهن جي لحاظ کان سنڌن پيغام کي پرکيان ٿو.

ويهينءَ صديءَ ۾ پنهنجي ڌرتيءَ تي ۽ عالمي سطح تي اسان ڇا نه ڏٺو آهي! ڪيترين نه لاهيون چاڙهيون، ڪيترا نه انقلاب، ڪيتري نه سماجي ڇڪتاڻ، جنگيون ۽ خونريزيون ڏٺيون آهن. اسان اُن ۾ ڪيتري نه بهادريءَ ۽ انسان دوستيءَ جا ڪارناما ڏٺا آهن. ان ۾ جوهري توانائي يعني Nuclear Energy، ڌرتيءَ جي چوڌاري گردش ڪندڙ مصنوعي سيارا (Satallites)، زندانن جي سيخن پويان پيڙين ۾ جڪڙيل انسان ۽ پکين کان به تيز خلا

(space) ۾ اُڏامندڙ خلاباز؛ اسان جي ننڍي ڪنڌ ۾ به جيڪي ڪجهه ٿيو، دلين جون جدايون، محبتن ۽ رفاقتن جا ورهاڱا، بي معنيٰ رتوڇاڻ، مائرن ۽ ڀينرن جون ڪپيل ڇاتيون ۽ ڪوڙيل مٿا، نيزن جي نوڪن تي اُڇلايل ٻار، ريل گاڏين تي حملا ۽ بيدرديءَ سان خونريزيون، سرحدن تي بکيا، ننگا، لٽيل ڦريل قافلا، فوجي آمريتون، بي شرم آپي شاهيون. قلم تي بندشون، ڪتابن جون ضبطگيون، نظربنديون، قيد، سياسي قتل، مذهب جي آڙ ۾ زبانن تي تالا، ڌرتيءَ جي دلالن جي ڇهري تي سرخوشي، افسرشاهيءَ جي لوٽ ڪسوٽ، ڌونس، ڌانڌلي، مذهب، نسل، قوم ۽ رنگ جي نالي ۾ بي انتها ڌڪار، ڇا ڇا نه ڏٺو آهي، ڇا ڇا نه سٺو آهي، اسان هن صديءَ ۾! اي ڪاش! اسان هي ويهين صديءَ جا پويان ڏهه سال اڪويهين صديءَ جي مهاڳ وانگر استعمال ڪيون ۽ انسان کي اهو پيار ۽ محبت موٽائي ڏيون، جنهن ۾ هن جي امن، آتشيءَ ۽ بقا جو راز آهي! ڌرتي سميتجي هڪ ڳوٺ تي وڃي آهي ۽ پوري سرشتي هڪ شهر لڳي ٿي. هن صديءَ ۾ نه رڳو ناگاساڪيءَ ۽ هيروشيما جهڙا واقعا ٿيا آهن، پر ساڳئي وقت ائين ٿو لڳي ته آلاسڪا ۽ سائبيريا کان وٺي هماليه تائين ڄڻ ويڇو ختم ٿي ويو آهي.

ان ۾ شڪ نه آهي ته زندگي Reverse gear ۾ نه ٿي وجي سگهي ۽ تمدن ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ميلاپ اسان مان هر ڪنهن تي اثر ڇڏيو آهي. ٽيلي ويزن، ٽيلي فون، ٽيليڪس ۽ ٽيلي فئڪس وغيره جي ضرورت کان آءٌ انڪاري نه آهيان، پر جا ڳالهه پنيءَ جي پاڻ ۽ سچ لٿي وٿاڻ ۾ آهي، جا ڳالهه ڪڙاءَ تي چوڏهينءَ جي چنڊ ۾، ائٽ تي آرهڙ جي سج ۾ آهي، جا ڳالهه جمڙائو واهه تي ٻڙ جي ڇايا هينان رڍن کي پاٽي پيئندو ڏسڻ ۾ آهي، جنهن کي ڏسي مون هائڪو لکيو هو:

جمـڙائـوءَ جو تـڙ،
رڍون پاٽي پيئندي،
يَر تي گـهاٽو ٻڙ.

اهڙي ڳالهه اوهان کي جديد تهذيب جي حاصلات ۾ نه ملي سگهندي. انهيءَ ڪري ئي ماحول ۽ ماحوليات، Environment ۽ Ecology تي ساري دنيا ۾ ڏڏا ڏڙ مضمون اچي رهيا آهن، جن ۾ ان ڳڙ جو اظهار ڪيو وڃي ٿو ته ائين نه ٿئي ته انسان، پنهنجي حوس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي اجاري داريءَ سبب،

ڪڏهن ڏڪار جي اوڙاھہ ۾ ڏڪجي وڃي ۽ مورڳو دنيا کي تباھہ ڪري ڇڏي.

ويجهي ڇڪ ۾ اوسلو (Oslo) ناروي ۾ نفرت تي هڪ انٽر راشٽريہ ڪانفرنس ٿي هئي. ڪوشش اها ڪئي وئي هئي تہ اُتي ڪرشمي ساز ۽ عقلمند شخصيتن کي آندو وڃي ۽ انهن کي روشنيءَ ۾ ٽپي ڏينهن فوڪس (Focus) ڪيو وڃي ۽ اونداهيءَ جي قوتن کي پٺ تي ڏڪيو وڃي. انهن ماڻهن ۾ چيڪو سلوواڪيا جو هاڻوڪو صدر ونڪلاف هئول (Vaclof Havel) بہ هيو، جو هڪ سٺو ڊراما نويس بہ آهي. سائوٿ آفريقا جو نيلسن منڊيلا بہ هو، ڪجهہ سال اڳ وارو آمريڪا جو صدر جمي ڪارٽر ۽ فرانس جو صدر فرانسوا متران بہ موجود هئا. جڳ مشهور ليکڪ گنٽر گراس (Gunter Grass) ۽ نادينگور ڊمر (Nodine Gordimar) بہ اُتي هئا تہ چين جا چائي لنگ (Chai Ling) ۽ لي ليئو (Li Liue) بہ هئا، جن ڪجهہ مهينا اڳ بيجنگ جي تاءِ نان مين اسڪوائر ۾ لوڪ شاهيءَ لاءِ هلچل جي اڳواڻي ڪئي هئي. اهي سيئي ۽ وسمہ ۾ وجهندڙ ڪيترائي نوبل انعام کٽندڙ، پروفيسر، ريڪٽر، مهاپرش ۽ سنت ڪَٺا ڪيا ويا هئا. ان ميڙ ۾ ان ڳالهہ تي حيرت جو اظهار ڪيو ويو تہ ستن Deadly sins ۾ نفرت شامل ڇو نہ آهي ۽ پراڻو عهدنامو (Old Testamount) ايتريءَ نفرت سان ڀريل ڇو آهي! ڪانفرنس ۾ نيلسن منڊيلا جي ڪوئلي جهڙن وارن (Charcoal hair) جي چوڌاري ٽيلي وين جي روشني Nimbus of television light پنجي رهي هئي. ڪيترو نہ سَٺو هو هُن! مان ستاويهہ سال ٻاهرين ۽ اندرين جيل ۾ رهيو آهيان. هو ستاويهہ سال فقط اندرين جيل ۾ رهيو هو. پر بہ هو شانت هيو ۽ سيني ڪان وڏيڪ، دل جي پرپور همت سان، اؤسانَ اڪٺا ڪيون وينو هو، Possessed- Self هو. ماڻهو، هن کي ڏسي سوچن پيا تہ جيل ۾ سانده ستاويهہ سال رهڻ کان پوءِ بہ ڪوئي ايترو شانت رهي سگهي ٿو؟ آمريڪا مان نڪرندڙ رسالي ٽائيم جي رپورٽر لکيو آهي تہ هن جرمن ناول نويس گنٽر گراس جي نازي جَرمنيءَ ۾ اُپاريل ڏڪار ۽ هنسا تي تقرير ٻڌي، ونڪلاف هئول ڏانهن منهن ڦيرايو، جو هن کي ڪوئي بن جو پراڻي Wood land creature ٿي لڳو. جمي ڪارٽر ۾ ساڪيات مٺرتا (Likable sweetness) هئي جا تيج وان پٽي لڳي، جيتوڻيڪ هو چيڙهالو ماڻهو آهي. سڀ ان ڳالهہ

تي ويچار ڏئي رهيا هئا تہ ڏڪار ڇا آهي؟ ڇا ڏڪار هڪ ڪارو سج آهي (Black Sun)، جيئن هڪ ليڪڪ چيو آهي، پر اهو ڪاري سورج جو تصور جڻ نفرت کي وڏيڪ آبرو ڏئي رهيو هو، ڪنهن ڏڪار کي White Whale (اڇي ويسر) سان تشبيهہ ڏني. تشبيهون کهڙيون بہ هجن، نفرت تي بحث ڏاڍو مشڪل آهي، ڇو تہ نفرت هڪ اسرار بہ آهي ۽ ڪم فهمي بہ آهي. مون پنهنجي ڪتاب 'ڪي جو ٻيجل ٻوليو' ۾ لکيو هيو تہ:

اٿاهہ اڏما ڏڪار ۾ ها، ڏڪار جا پيار جي سڪي آ،

سوبن اَمر گيت آدميءَ جا، نہ چانڊنيءَ ۾، نہ پيار ۾ ها.

ان شعر ۾ بہ مون اُن ڏڪار جي ڳالهہ ڪئي هئي، جا پيار جي سڪي آهي. ان ڪري ڏڪار يا تہ اينتري ڳوڙهي ٿئي ٿي، جو سمجهہ کان مٿاهين ٿئي ٿي، جنهن جي ڇيد ۾ سقلتا نہ آهي، جيئن ڪلپنا دت جي ڪتاب 'چاٽگام جا انقلابي' ۾ نہ آهي، يا تہ اها بنهہ بي سمجهيءَ جو ڪارڻ ٿئي ٿي، جيئن تازو پاڪستان ۾ ٿيل دهشتگرديءَ ڪنهن ڪاري خمار جو تصور پئي اُڀاريو، جنهن جي اُڦٽ موت سان ساز باز هئي. آسلو ڪانفرنس ۾ ڪوي ۽ ليکڪ جي آتم وادي Subjectivists هئا، سي ڏڪار جي جڙ ماڻهوءَ جي من ۾ ڳولي رهيا هئا ۽ جي ٻاهر وادي هيا، Objectivists هئا، يعني اقتصاديات (Economics) جا ڄاڻو هئا، يا تاريخدان هئا يا قانون سان واسطو رکندڙ هئا، انهن اهڙا خيال هوائي سمجهي رد ڪري ڇڏيا ۽ ڏڪار جو سبب انسان جي اردگرد ۾ ڏيکاريو ۽ ان وايومنڊل کي ڪوٺيو، جنهن ۾ ماڻهوءَ جي آجيوڪا هئي. جَان ڪينٿ (John Kenith Gatbraith) چيو تہ: Hard visible circumstances define reality يعني تہ 'ڪن پڌريون حالتون حقيقت جي شرح ڪن ٿيون.' ايلينا بانر (Elena Bonner)، جا جڳ مشهور آندري سخاروف جي وڌوا آهي، اُن چيو:

Moral concepts are lovely but key is governing these things by Law.

يعني 'اخلاقي خيال تہ پيارا آهن، پر هر ڳالهہ جي ڪنجي اها آهي تہ قانون سان حڪمراني ڪيئن ڪجي.'

ونڪلاف هئول، چيڪوسلواڪيا جي صدر تہ تقرير ئي ائين شروع ڪئي تہ هن کي نفرت لاءِ دل ۾ جڳهہ ئي ڪانہ آهي، جيئن مان چوان تہ مون وٽ نفرت لاءِ دل ۾ ڪا جڳهہ ئي نہ آهي. ڏڪار ۽ پيار ۾، خاص ڪري آتيت

آتمڪ پيار ۾، گهڻو ڪجهه هڪجهڙو آهي. مثال طور پيار ۾، ٻئي ڪنهن تي دل ۽ نظر جو ڪيپي وڃڻ، ۽ پنهنجي سڃاڻپ کي ان سان واڳي ڇڏڻ جو عنصر موجود آهي. اهڙي طرح ڏڪاريندڙ به پنهنجي مراد لاءِ سدائين سيڏائيندو آهي، اُن سان واڳيل هوندو آهي ۽ هن جو هر ڪرم انهيءَ اونداهي ڏڪار مان اُپرندو آهي. ڏڪار ڪريل فرشتي (Fallen angel) جي صفت آهي. اها روح جي اها ڪيفيت آهي، جنهن ۾ انسان خدا ٿيڻ چاهيندو آهي، پر انت جڏهن خدا تي ويچاريندو آهي ته ان نتيجي تي پهچندو آهي ته نفرت خدا نه آهي. محبت خدا آهي. علامتي ڏڪار سان پربل انسان کي هڪ گنڀير منهن هوندو آهي. هو غصو ڪندو آهي ۽ جلد بازي ڏيکاريندو آهي. ٻاڙا ٻول ٻوليندو آهي، چيخ پڪار ڪندو آهي، هن لاءِ پاڻ مان ٻاهر نڪرڻ دشوار هوندو آهي ۽ هو پنهنجو مُورڪپٽو ڏسي نه سگهندو آهي. ڏڪار تي ان ڪانفرنس جي ڪارروائي پڙهي، مان ان نتيجي تي پهتس ته ان ۾ بحث جو موضوع نه رڳو ڏڪار هئي، پر آئيندي لاءِ اميد به هئي ۽ اميد ۾ اهو انيو هوندو آهي ته جيون ۽ ان جي ڪاريه کي معنيٰ آهي. مون کي ائين لڳو ته هن ننڍي ڪنڊ ۾ به ڏڪار ڪم فهميءَ جي نشاني آهي ۽ آئيندي لاءِ اُميد جي معنيٰ آهي. مون کي ائين لڳو ته شاهه، سچل ۽ سامي به ساڳي ڳالهه چوندا هئا ۽ انهن کي به اهڙي تاريخ ورثي ۾ ملي هئي، جنهن انهن ۾ ساڳيا جذبا اُڀاريا هئا، جن جو اظهار اوسلو ڪانفرنس ۾ ڪيو ويو هو. ڇا شاهه لطيف جي دور ڪان ٿورو اڳ سنڌ جي دشمن شاهه بيگ ارغون، مخدوم بلاول تي ڪفر جو الزام ڏئي، هن کي گهاڻي ۾ نه پيڙايو هو؟ ڇا جهوڪ واري شاهه عنايت کي ان ڪري شهيد نه ڪيو ويو، جو هن انسان جي انسان سان محبت ۽ هڪجهڙائيءَ جو نعرو ٿي هنيو؟ اها تاريخ ئي ته انهن سٽن جي رچنا جو سبب هئي:

جهڄان پسيو جهوڪ، آيل سنگهارن ريءَ.

يا

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرين کي.

تاريخ جا ڪيترا نه اونداها دور ڏٺا هئا شاهه، سچل ۽ساميءَ؟ نادر شاهه جي حملي وقت شاهه جي عمر پنجاهه ورهيه هئي. سچل يارنهن ورهين جو هو ۽ سامي ڏهن ورهين جو هو. نادر شاهه، ميان نور محمد

ڪلهوڙي جو وڏو پٽ محمد مراد ياب ۽ سندن ٻه پاٽر يرغمال طور (hostages) ڪري ونئي ويو هو. جڏهن 1747ع ۾ نادر شاهه قتل ڪيو ويو، تڏهن ٻن سالن کان پوءِ نور محمد جا پٽ ۽ پاٽر سنڌ موٽيا. ان وقت سچل ۽ سامي ويهن ۽ اُٺويهن ورهين جا هئا ۽ جڏهن سنڌ جو ولي عهد، محمد مراد ياب سنڌ واپس آيو، تڏهن شاهه لطيف جي عمر 62 ورهيه هئي ۽ ان کان هڪ سال پوءِ هو گذاري ويو. ان ساري دور ۾ نه رڳو سنڌ ۾ ڌارين لاءِ ڌڪار هئي ۽ انهن جي خلاف جدوجهد هئي، پر ڪنهن حد تائين سنڌ ۾ هڪ ٻئي لاءِ مذهب جي نالي ۾ ڌڪار هئي ۽ جي اها ڌڪار نه هجي ها ته اڳتي هلي ٽالپور دور ۾ نائون مل نه پيدا ٿئي ها. مان ٽالپور دور کي سنڌ جي نيم آزاديءَ جي دور ۾ شامل ٿو ڪيان. ان کان سواءِ به سنڌ ست سؤ سال آزاد رهي هئي. سومرا، سما ۽ ڪلهوڙا آزاد حڪمران هئا ۽ سنڌي هئا. سنڌ هڪ State هئي. اهي حاڪم به عوام ۾ اها محبت پيدا ڪري نه سگهيا هئا، جا دين ڌرم جا ويڇا واري ڇڏيندي آهي، پر ڪلهوڙا دور ۽ ان کان پوءِ جا شاعر هڪ Siesmograph يعني زلزلي ماپ جي اوزار وانگر ڏوڏا محسوس ڪري رهيا هئا. اهي پنهنجيءَ شاعريءَ جي ذريعي اها محبت پکيڙي رهيا هئا، جا هڪ قوم جي فردن کي پنهنجي قوميت جو شعور ڏيندي آهي. پشڪن لاءِ ڪنهن چيو هو ته هو هر زار کان وڏو آهي. اٿين شاهه لاءِ به چئي سگهجي ٿو ته هو سنڌ جي ڪنهن به بادشاهه کان وڏو آهي.

اها محبت اوهان کي **پريم مارگ تحريڪ** جي بانيءَ **گورکنات**، رامانند، رامانج، ڪبير، نانڪ ۽ ميران تائين ملندي، پر اينتري رچي رٿي تيل نه ملندي، جيتري شاهه، سچل ۽ ساميءَ ۾ ملي ٿي. دراصل اها هڪ ٻئي سان محبت ۽ امن جي ڪيفيت هنن کي سنڌ جي ورثي مان ملي هئي؛ صدين جي ورثي مان ساڍا ٽي هزار سال B.C کان اناويهه سؤ سال تائين، اسان وٽ جنگ و جدل جو ڪوئي نشان نه آهي. آريه جڏهن يورپ مان ايران ڏانهن آيا، تڏهن جنگ ۾ رڌل رهيا. سنڌ ۾ پهريان 500 سال هو امن سان رهيا، جنهن وقت نه هنن ۾ caste system هئي، نه هنن کي راجا جو تصور هو، نه فوج هئي. مذهب جو به ڪوئي واضح تصور نه ٿو ملي. فقط City states ٿيون ملن. اهو پيار، امن ۽ يڪائيءَ جو دور هو. خوشحاليءَ جو دور هو. 3500 B.C ۾ نه رڳو اسان کپهه پوکيندا هئاسين، پر آڏاٽو به اسان جي ايجاد هو. آڏاٽو

جا هڪ مشين هئي، جنهن تي ڪپڙو ٺاهيو ويندو هو ۽ فخر سان مصر ۾ بادشاهن جون ممميون سنڌ جي ڪپڙي ۾ ويڙهيندا هئا. سڪندراعظم هتان جي ڪپهه ڏسي حيران ٿي ويو هو ۽ان کي Vegetable wool چيو هئائين ۽ هتان هاري يونان ڏانهن ڪپهه جي پوک لاءِ موڪليا هئائين. بئنرجي ۽ جان مارشل موهن جي دڙي جو فقط هڪ تهه کوٽيو هو. جي موهن جي دڙي جي وڌيڪ کوٽائي ڪئي وڃي ۽ ان مان نڪتل مهرن تي لکيل لکت پڙهي وڃي ته اسان جي تهذيب عراق جي تهذيب کان به وڌيڪ قديم ثابت ٿيندي ۽ اسان جي قوم دنيا جي پهرين مهذب ترين (Most Civilized) قوم ليکي ويندي. ٻڌمت هتي پروان چڙهي ۽ ان کان پوءِ سنڌ ۾ هندومت امن ۽ پيار آندو. نهروءَ Discovery of India ۾ لکيو آهي ته فرانس ۾ آندري مالرو جڏهن هن سان مليو ته هن کان پهريون سوال اهو ڪيائين ته "نهرو! اهو ڪيئن ٿيو ته ٻُڌمت ڀارت مان چين، جپان وغيره ملڪن ڏانهن وڃي نڪتو ۽ رت جي ڦڙي وهائڻ کان سواءِ، هتي هندو مت ڇانئجي وئي؟" نهروءَ جواب ڏنو ته "اهائي ته اسان جي ڌرم جي خوبي آهي ته اُها ست نچوڙي، باقي ڦوڳ اُڇلائي ڇڏيندي آهي." مون کي Discovery of India پڙهئي چاليهارو سال ٿيا، پر مان ڀانيان ته ان ۾ ڪم آندل لفظ لڳ ڀڳ ساڳيا هئا.

اوهان ته ڄاڻو ٿا ته هندستان ۾ ذهني انقلاب لاءِ وڏي ۾ وڏي ڪوشش ابوالفضل ۽ فيضيءَ ڪئي هئي، جي سيوهڻ جا سنڌي هئا ۽ اتفاق سان ٻنهي جي پيءُ جو نالو شيخ مبارڪ هو، جو منهنجو ڄمر جو نالو آهي.

مون کي احساس آهي ته مون شاهه، سچل ۽ ساميءَ تي گهڻ ڳالهايو آهي. پر سنڌ تي وڌيڪ ڳالهايو آهي، ڇو ته شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جو روح هئا، ۽ پيار، محبت ۽ امن جو شاعري ۾ اهو پيغام هئا، جو سنڌ جي تاريخ اسان کي ڏنو آهي. اهو پيغام اسان جي رڳ رڳ ۾ رچيل آهي ۽ اوهان سنڌ مان، پاڻ سان کڻي آيا آهيو. اهوئي پيغام هو، جنهن مون کان 1965 واري جنگ جي مخالفت ڪرائي هئي ۽ مون اهو نظم لکيو هو:

هي سنگرام

سامهون آ نارائڻ شيام!

ساميءَ جو گهر ته شڪارپور ۾ منهنجي اباڻي گهر کان سڏ پنڌ تي آهي ۽ مون ڪيئي 'نوان سلوڪ' ساميءَ جي نالي لکيا آهن. مون ائين

سمجهيو آهي تہ سامي مون ۾ ائين آهي، جيئن سنڌ جي مٽي مون ۾ آهي. اهو ساميءَ جو گهر، شاهہ ۽ سچل جو روضو، سنڌ جي مٽي، سنڌ جو پاڻي، اُتي جون لکون ۽ لاڙ جون هوائون، اوهان کي اجا تائين ياد ڪن ٿيون. پارت جي ڪنهن بہ شاعر پنهنجي مٽيءَ سان محبت ۽ قومپرستيءَ جي اهڙي ثابتي نہ ڏني آهي، جهڙي سَچُوءَ اهو چئي ڏني آهي:

ديس سچل دا شهر درازا، مڪا نا ملتان.

شاهہ لطيف کي دنيا جي جاگرافيءَ جي پوري خبر تہ نہ هئي ۽ نہ اهڙي خبر اُن دور ۾ ڪنهن کي ٿي سگهي ٿي، پر هن کي اها خبر تہ ضرور هئي تہ هن ننڍي کنڊ جو دارومدار چؤماسي تي آهي، ۽ برسات جي ضرورت سنڌ کي سيني کان وڌيڪ آهي، تڏهن هن اها سٽ چئي هئي: 'اندر جنين اُڃ، پاڻي اُجيو تن کي' ، جيئن روميءَ چيو آهي:

تشنگان گر آب جويند درجهان،
آب مي جويد بہ عالم تشنہ گان.

(يعني تہ نہ رڳو اُڃايل پاڻيءَ جي ڳولا ۾ سرگردان هوندا آهن، پر پاڻي بہ اُڃايلن کي ڳوليندو وتندو آهي.)

مان شاهہ جي ٻُڌل سُڌل جاگرافيءَ جي چاڻ واريون سٽون ڪٽي، اوهان کي فقط هن جون اهي سٽون ٻڌايان ٿو، جي هن ننڍي کنڊ لاءِ لکيون هيون، جنهن جو سير سفر ڪنهن حد تائين هن ڪيو هو ۽ اُهي آهن:

وڄون وسڻ آئيون، چوڏس ۽ چوڌار،
ڪي دهليءَ، ڪي دکن، ڪي گُڙن مٿي گرنار،
ڪن جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير بڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڄائيو، ڪنهين ڍَٽ مٿي ڍار،
ڪنهين عمرڪوٽ تي وسايا ولهار.
سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست، تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

اها آهي سنڌ جي آسيس، عالم سڀ آباد ڪرين، اها آهي اسان جي پراچين سڀيتا جي پڪار، جا اڄ تائين گونجي ٿي ۽ چڻ چئي ٿي تہ نفرت نفرت کي جنم ڏئي ٿي. اسان نفرت مان نٿا چاهيون، اسان ننهن کان چوٽيءَ

تائين محبت آهيون. اسان سيما جي هُن پار آهيون، يا سيما جي هن پار، هر اهو ساهوارو اسان جو ڀاڱو آهي، جنهن کي اسان انسان چئون ٿا. مان پنهنجو شعر ورلي ڪنهن تقرير ۾ ڏيندو آهيان، پر هتي پنهنجون ٻه سٽون ٻڌائڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهان:

اسان سنڌ وارن ازل کان 'اياز'
ڪنهين لاءِ مندي سمائي نه من.

اهو آهي اڄ تائين انهيءَ مٽيءَ جو پيغام، جنهن شاهه، سچل ۽ ساميءَ جهڙا عظيم شاعر پيدا ڪيا آهن، جن جي نالن کان دنيا ۾ ٿورا واقف آهن، پر جن جهڙي امن ۽ پيار جي پيغام سان اڄوڪي دنيا گونجي رهي آهي. انگريز شاعر وليم بليڪ (William Blake)، جو خود شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي طبيعت وارو وحدت الوجودي يا ويدانتي شاعر هو، ان جو چوڻ هو ته ڪلاڪارن يا ڪوين کي Divine Vision يعني ايشوري درشتي يا رحماني مشاهدو ملبل آهي، ۽ اهي Eternal Moment ۾ گهارن ٿا، انادي پل ۾ يا ابدي لمحي ۾ گهارن ٿا، جو ته ان وقت ئي شاعر جو ڪاريه پورو ٿئي ٿو ۽ وقت جا سارا وڏا واقعا شروع ٿين ٿا يا تصور ۾ اچي سگهن ٿا، فقط هڪ پل ۾، دل جي هڪ ڌَڪ ڌَڪ ۾... اهو پل جڏهن پرهه پارون ٿي اچي ۽ ان جون سڳنڌون ڦهلجي وڃن ٿيون، هڪ پهاڙي جهرڻي وانگر آهي، جو صاف سنگ مر مر جي ڏارا مان وهي نڪري ٿو ۽ ان کي شاعر جا ابدي مشاهدا اُتساهن ٿا.

اها ڳالهه هر دؤر ۾ مڃي وئي آهي، غالب چيو هو ته:

آتي هين غيب سي يه مضامين خيال ۾،
غالب صرير خامه نوائي سروش هي.

اردوءَ ۾ خامه قلم کي چوندا آهن ۽ سروش جبريل يا انهيءَ فرشتي کي چوندا آهن، جو پيغام پهچائيندو آهي- يعني اي غالب! هي مضمون غيب مان خيال ۾ اچن ٿا، ڪاغذ تي قلم جو آواز جڻ فرشتي جو سڏ آهي.

مان اڳئين ڀيري جڏهن لنڊن ۾ ٿيمز نديءَ جي ڪناري تي ويٺو هوس ته T. S. Eliot جون هي سٽون منهنجي ڪَنن ۾ ٻُرڻ لڳيون هيون:

Under Brown fog of a winter dawn,

A crowd flowed over london bridge,

I had not thought death had undone so many.

(مايا روپي شهر،
سياري جي ناسي ڌنڌ ۾،
هڪ انبوهه لنڊن جي پل تان وڃي رهيو آهي، ڪيترا نه ماڻهو آهن.
مون ڪي سُڌ نه هئي ته موت ايترن ڪي ختم ڪري ڇڏيو آهي.)

اهڙيون سٿون هڪ ٽُڪ بند لکي نه سگهندو آهي، اهڙيون سٿون الهام وانگر اينديون آهن. ائين ماسڪو ۾ مون کي مائڪوفسڪيءَ جا شعر ياد آيا هئا ۽ استنبول ۾ ناظم حڪمت جا. انهن شاعرن جا سياسي نظريا الڳ هئا، پر اُنهن ۾ هڪ شيءِ ساڳي هئي. انهن اهي شعر انهيءَ انادي پل ۾ رچيا هئا، جڏهن وقت بيهجي وڃي ٿو، جڏهن اهڙي ڪائي شڪتي هڻ جي مُٺ ۾ اچي وڃي ٿي، جا هن سنسار کي هلائي رهي آهي. هو خلقڻهار آهن ۽ خدا وانگر پنهنجي دنيا خلقڻ چاهن ٿا. دنيا جا خدا، جي دنيا کان وڌيڪ پائيدار آهن. هزارين سال ٿي ويا آهن، پر هيلن، هومر جي شاعريءَ ۾ زنده آهي، شڪنتلا ۽ اُروشي، ڪاليداس جي ڪويتا ۾ امرتا پائي چُڪيون آهن. شاهه ۾ ته اوهان کي مومل، سسئي، ليلا، ڪؤنرو، سهڻي ۽ مارئي، موکي متارا، جيئرا جاڳندا نظر اچن ٿا ۽ ساميءَ ۾ به ساڳيا اڏوت، ساڳيا ڪاپڙي نظر اچن ٿا، جن ڪام ترشنا کي تياڳي ۽ هن سنسار کي تڇ سمجهي ريٽي ڇڏيو هو ۽ جن جو پڙلاءُ اڄ به انسان ۾ آهي، ۽ سچل انهيءَ سچ جو ڳولائو هو، جنهن دين ڌرم جي اُياربل ڌڪار کي ريٽي، ڌنڌ ۾ سچ جو سچ اُياريو هو. انهيءَ شاعريءَ ۾ مٽيءَ جي اها مهڪ هئي، جا اوهان سان اڄ به ساٿ آهي. اهو سنڌوءَ جو پاڻي، جنهن توهان ۽ اسان جي سرير کي مٽيءَ سان ملي ڻاهيو هو؛ اها هوا جنهن ۾ سنڌ جون صدين جون آتمائون ڦرنديون وتن ٿيون؛ اهي پکهر ڦڙا ۽ رت ريلا جي توهان ۽ اسان ۾ ساڳيا آهن ۽ جن سنڌي سماج جي اڏاوت ڪئي هئي. اهي سڀ ڳالهيون شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي شاعري ۾ سمايل آهن. اسان شاهه ۽ سچل کي ساميءَ کان ڪلاهن بہ ڌار نه سمجهيو آهي، چو ته سامي به سنڌ جون صديون آهن، جي ويدڪ دور کان به ڪيترو وقت اڳي جون آهن. اهي چيتائون، اهي چنتائون جي ساميءَ جي ڪويتا ۾ آهن، اهي سنڌي سڀيتا جو اٽوٽ حصو آهن،

اسان انهن کي اوپريون نٿا سمجهون، توڙي اوهان هتان جي ڌرتي اپنائي آهي. اوهان مان ويجهي چڪ ۾ جيڪي به سنڌ ڏسي آيا آهن، اهي ڄاڻن ٿا ته اسان جي نئين نسل کي شاهه، سچل ۽ ساميءَ سان ڪيترو نه پيار آهي، انهن کي پنهنجي ڌرتي ۽ سپيتا ڪيتري نه پياري آهي ۽ ان جي آئيندي جو ڪيترو نه اونو آهي! مون دنيا جا سڀ شاعر لڳ ڀڳ پڙهيا آهن، پر مان پانيان ٿو ته منهنجي ديس جي ڪويتا نهايت اوچي آهي ۽ دنيا جي ڪنهن به ڪويتا سان ڀيٽي سگهجي ٿي. ڪيئي سال اڳ جڏهن مون شاهه جي پوري رسالي جو اردو نظم ۾ ترجمو ڪيو هو ته ان تي مهاڳ لکڻ کان اڳ مون ڊاڪٽر سورلي جو هڪ ڪتاب آمريڪا مان گهرائي پڙهيو هو. ان ڪتاب جو نالو Musa Pravagens هو. اهي لفظ انگريزيءَ جا نه آهن ۽ مان پانيان ٿو ته انهن جي معنيٰ Tribute to the Muse آهي. ان ڪتاب ۾ هن دنيا جي ڪيترن ئي ڪلاسيڪي شاعرن جا ترجما ڏنا آهن، انهن ۾ لئٽن ۽ گريڪ شاعر به شامل آهن، جرمن شاعر به آهن، عرب ۽ ايراني به آهن، اردوءَ جو علامه اقبال به شامل آهي ته سنڌيءَ جو شاهه لطيف به. ڊاڪٽر سورلي وڏو Linguist هو ۽ هن اها شاعري اصل ۾ پڙهي هئي ۽ ڪتاب ۾ هڪ پاسي کان اصل شعر ڏنو اٿائين ۽ ٻئي پاسي کان ان جو انگريزي ترجمو ڏنو اٿائين. مهاڳ ۾ لکيو اٿائين ته انهيءَ مجموعي ۾ شامل ڪيل شاعرن ۾ شاهه لطيف سڀني کان وڏو آهي.

منهنجا پائرو ۽ پينرون! اوهان جتي به هجو، خوش هجو، اها سپيتا جا اوهان اسان وٽ پنتي ڇڏي يا اوهان پاڻ سان هتي آندي آهي، اها املهه آهي. اسان تي سنڌ جي ڌرتي جي اڻمٽ ڇاپ آهي، ان اهو پيار جو سنديش ڏنو آهي، جنهن جي ڳولا ۾ هيءَ ڌڪار سان ڀريل دنيا اڄ به هٿوراڙيون هڻي رهي آهي. اڄ به ساري دنيا چڻ ڌڪار جي گهيري ۾ آهي. اڄ تائين يهودي مئيڊانڪ ۽ آوشوتس واريون ڪئمپون وساري نه سگهيا آهن، جتي نازي جرمنيءَ ۾ لکين يهودي گئس چئمبر ۾ ماريا ويا هئا ۽ توڙي نيورمبرگ وارا مقدما ختم ٿي چڪا آهن ۽ ان جو پويون قيدي هرمن هيس چاليهه سال قيد ڪاٽي مري چڪو آهي ۽ جيتوٽيڪ اولهه ۽ اوڀر جرمني هڪ ٿي ويا آهن ۽ جرمني نيٽو جو ميمبر آهي، تڏهن به نفرت جا شعلا مڪمل طور اڃا اُجهاميا نه آهن ۽ انسان انسان کي معاف نه ڪيو آهي. ان ڪري ئي ڪجهه مهينا اڳي اوسلو ۾ اها ڪانفرنس ٿي، جنهن جي مون اڳ ڳالهه ڪئي آهي.

لينن گراڊ ۾ منهنجي هڪ پاڪستاني همسفر مون کي ٻڌايو هو ته هن

ڪان گرداس پور جا واقعا اجا وسريا نہ آهن ۽ هوءَ اهو وساري نہ سگهي آهي تہ انسان بنيادي طرح ظالم ۽ وحشي آهي ۽ هن کي بگهڙ جا ننهن ڏبا تہ هو تنهنجون اکيون ڪڍي وجهندو. ان تي مون هن کي چيو هو تہ ورهاڱي وقت سيئي وحشي ٿي پيا هئا ۽ ان ڪري ان دور ۾ ڪرشن چندر پنهنجي ڪتاب جو نالو ئي 'هم وحشي هين' رکيو هو. پوءِ بہ ورهاڱي وقت تون سنڌي قوم سان وحشت يا درندگيءَ جا واقعا منسوب نہ ڪري سگهندينءَ، جن جي ڪري اسان کي شرمندگيءَ سان ڪنڌ جهڪائڻو پوي. هاڻي تہ دنيا کي ڀرپور احساس ٿيو آهي تہ انسان پنهنجا مسئلا پيار سان ئي حل ڪري سگهي ٿو ۽ نفرت ڪنهن بہ مسئلي جو حل نہ آهي. حافظ چيو آهي:

فنا پذير بودهر بناڪ مي بيني،
بجز بناءِ محبت ڪہ خالي از خلل است،

يعني تہ هر بنياد فنا ٿي وڃڻو آهي.
سواءِ ان بنياد جي جو خلل کان خالي آهي.

آخر اسان ڪيسين، اٽيلا، هٽلر، استالن ۽ خميني پيدا ڪندا رهنداسين ۽ نيٺ تہ دنيا ۾ پيار جا پيغمبر پيدا ٿيندا ۽ هڪبئي لاءِ ڌڪار ختم ٿي ويندي!

سامهيءَ جي هيءَ سٽ ڪيتري وقت کان منهنجي دماغ ۾ ڦرندي رهي آهي ۽ اهڙي سٽ ورلي ڪنهن شاعر لکي آهي:

سِکڻ سِکُر ٿوڪ، لکڻ تنهن کان اڳرو.

ڇا اسان رڳو سِکندا رهنداسين ۽ لکندا رهنداسين؟ مان ان ڏينهن جي انتظار ۾ آهيان تہ ڪڏهن ٿو ڪوئي اچي، جنهن جا چپ عيسيٰ وانگر ڀرنڊڙ ٿانڊن سان پاڪ ڪيا ويندا ۽ هو سچو سچ چئي ڏيندو؟

في الحال مان هيءَ تقرير 'سُر ساموندي' مان ڪجهہ بيتن سان ختم ڪيان ٿو:

مون اُڀي تڙ پاس، پرين پکهہ چوڙيا،
هو الله آهار اوهريا، آنءُ دم دم دعا ڪندياس،
آس نہ لاهيندياس، موٽي ايندا مون ڳري،

مون اُڀي تڙ وٽ، پرين پکهہ چوڙيا،
ڪا مون ۾ ئي گهٽ، نہ تہ سڄڻ سباجهو گهڻو.

نوٽ: اوسلو ڪانفرنس جي باري ۾ مواد امريڪي رسالي 'ٽائيم' تان ورتل آهي. (اياز)





مان پانيان ٿو تہ "چرخي چت نا لڳدا" واري بي عمليءَ جي ڪيفيت سارتري جي Nausea جي ڪيفيت وانگر آهي. سارتري جي هڪ ڪردار اهڙي ڪيفيت محسوس ٿي ڪئي، اوڇتو هن جي سامهون ڪنهن هڪ رڪارڊ هلايو، هڪ نيگرو ڳائڻي ڳائي رهي هئي: "ڪڏهن نہ ڪڏهن......" - "ڪڏهن نہ ڪڏهن ....". اوچتو هن جي Nausea ختم ٿي وئي. هن محسوس ڪيو تہ هو موسيقيءَ ۾ آهي، اُن جا الا آئينا ٿي پيا آهن، جن جي چوڌاري دونهين جا ڇلا آهن.

مان بہ ڪافي وقت کان ساڳيءَ ڪيفيت مان گذريو آهيان. "چرخي چت نا لڳدا" پڙهي مون سچل کي سڏي چيو "سرمست! تنهنجي هوندي مان پنهنجي سوال جو جواب، پنهنجي ذهني اضطراب جو حل ٽٽشي، ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪيءَ، وليم بليڪ، اليٽ يا سارتري کان ڪهڙو پڇان؟ تون ئي ان جو حل ٻڌاءِ!" پوءِ مون سچل جو سرائيڪي ڪلام اٿلايو تہ هن جي هڪ سٽ تي نظر پئي:

سر ڏي سچل ساجن ليوين، تل نهين هڪ تارخ دا!

وقتي طور مون ائين محسوس ڪيو تہ جيئن هڪ ننڍو ڪارڪڻچي هڪ وڏي ڪارڪڻچيءَ جي پرسان ويٺو هجي ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري پاڻ کان وڏي جو سُريلو گيت ٻڌندو هجي ۽ اوچتو پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪري پنهنجي چهنب هوا جي جهرڻي ۾ ٻوڙي ۽ گيت هن جي نڙيءَ مان هڪ ڦوهاري وانگر نڪري اچي.

- اياز

Rs: 100.00

